# حيدرآباد جي اقتصادي تاريخ

**انگريزي ليکڪ:**
**محمد حسين ترڪ**

**اردو مترجم:**
**محمد مسعود احمد**

**سنڌيڪار:**
**مُنور ڀُٽ**

ايلسا پبليڪيشن، حيدرآباد
2023ع

---


| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | حيدرآباد جي اقتصادي تاريخ |
| موضوع: | تاريخ / تحقيق |
| انگريزي ليک: | محمدحسين ترڪ |
| اردو مترجم: | محمد مسعود احمد |
| سنڌيڪار: | مُنوربُٽ |
| پهريون ڇاپو: | 2023ع |
| سيٽنگ/ لي آئوٽ: | عبدالسبحان آريسر |
| ڇپائيندڙ: | ايلسا پبليڪيشن، حيدرآباد. |
| ملھ: | 300 رُپيا |

Elsa Publication Hyderabad,Sindh

Hyderabad Ji Iqtasadi Tareekh
English by: M.Hussain Turk
Urdu translation by: M. Masood Ahmed
Sindhikar: Munawar Butt
Lay Out: A. Subhan Arisar
Title: ……..
First Edition: 2023
Printed by: Elsa Publication, Hyderabad
Price: Rs.300.00

## ــــــ ارپنا ــــــ

ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي ياد ۾
جنهن ڪي 1768ع ۾ حيدرآباد شهر جو بنياد رکڻ جو
فخر حاصل ٿيو. پر ان انڪساري سبب ان ڪي پنهنجي
نالي سان منسوب نه ڪيو.

# فهرست


* ٻه اکر: واحد ڪانڍڙو 09
* حيدرآباد جي اقتصادي تاريخ: ڊاڪٽر قاضي خادم 10
* پيش لفظ: ممتاز حسين 12
* مقدمو: محمد حسين ترڪ 14
* باب پهريون: تاريخي پس منظر 20
* باب ٻيو: جاگرافيائي پس منظر 27
* باب ٽيون: ڪچو مال 31
* باب چوٿون: آبادي 33
* باب پنجون: باربرداري ۽ آمدرفت 35
* باب ڇهون: صنعتون 39
* باب ستون: واپار 49
* باب اٺون: سِڪو تور ۽ ماپ 54
* باب نائون: ماليات 58
* باب ڏهون: بئنڪ واري نظام جي ترقي 61
* باب يارهون: پاٽيءَ جو نظام ۽ زراعت 64
* باب ٻارهون: عوامي سهوليتون 67
* باب تيرهون: زندگي گذارڻ جو معيار 71
* باب چوڏهون: خلاصو 78
* ضميمو (الف): حيدرآباد جو گرمي پد 84
* ضميمو (ب) (صنعت جي لحاظ کان) 85
* مددي ڪتاب (حوالا) 91

## ٻه اکر

حيدرآباد شهر جي سياسي، سماجي، ادبي صورتحال ۽ يادگيرين بابت پروفيسر ڊاڪٽر حبيب الله مرزا، ڊاڪٽر قمر واحد، مومن بلو وارث عباسي، عشرت علي خان، قاضي خادم جا ڪتاب ڇپجي چڪا آهن، اڃا ٻه لکجن پيا. تازو قاضي خادم صاحب جو ”سئنيما سئنيما“ ڪتاب ڇپيو آهي، جنهن ۾ حيدرآباد جي سئنيمائن جو گهڻو ذڪر ملي ٿو. ليڪن معاشيات جي تاريخ تي اسان جي عالم اديب، تعليمي ماهر ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي پهرين ڊپٽي رجسٽرار محمد حسين ترڪ صاحب انگريزيءَ ۾ پهريون ڪتاب لکيو جيڪو گهڻو مقبول ٿيو.

”حيدرآباد ڪي معاشي تاريخ“ نالي اردو ترجمو گذريل سال 2022ع ۾ ڇپيو جيڪو ترجمو محمد مسعود احمد ڪيو هو.

”حيدرآباد جي اقتصادي تاريخ“ نالي سان ڪتاب کي اسان جي مانائتي اديب منور ٻٽ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي، جيڪا هڪ خوشيءَ جي ڳالهه آهي.

پڙهندڙن جي بيحد اصرار تي ايلسا پبليڪيشن پاران هيءُ ڪتاب سنڌيءَ ۾ ڇپرائي خوشي محسوس ڪري رهيا آهيون، اميد ته پڙهندڙن کي پسند ايندو.

واحد ڪانڌڙو
03003200824

# حيدرآباد جي اقتصادي تاريخ

حيدرآباد جي اقتصادي تاريخ جو مصنف مرحوم محمد حسين ترڪ ڪنهن بہ تعارف جو محتاج ناهي. اهوئي سبب آهي جو هن جي نالي سان محمد حسين ترڪ اڪيڊمي آف آرٽس ۽ سوشل سائنسز جو قيام عمل ۾ آيو جنهن جو ڪم ترڪ صاحب جي عالمانہ زندگي ۽ سندس لکيل ڪتابن کي ٻيهر ڇپرائڻ سان گڏ سندس ڇپجي وڃڻ کان رهجي ويل مواد کي ڇپائڻ بہ آهي ۽ انهي سلسلي ۾ حيدرآباد جي اقتصادي معاشرتي زندگيءَ بابت وڏيڪ کوجنا بہ ڪرڻي آهي. نہ صرف ايترو پر هن دور ۾ لکيل سنڌ جي اقتصاديات جي باري ۾ لکيل ڪتابن جي ڇنڊڇاڻ بہ ڪرڻي آهي.

موجوده ڪتاب جيڪو انگريزي ۾ شايع ٿيل هو ۽ ان جو اردو ترجمو بہ ٿيو جنهن کي برصغير جي ماهر اقتصاديات بہ نهايت اهم ڪتاب سڏيو آهي ۽ هاڻ ان جو ترجمو سنڌي ۾ بہ شايع ٿي رهيو آهي جنهن مان اقتصاديات جا شاگرد تہ گهڻو فائدو حاصل ڪري سگهندا، ليڪن حيدرآباد جي اقتصادي مستقبل جي بابت بہ فيصلا ڪرڻ ۾ سولائي ٿيندي.

هن ڪتاب سان گڏ ٻيا ڪتاب جيڪي ڇپرايا ويندا، تن ۾ ترڪ صاحب جا مضمون ۽ سندن ڪيل بيش بها تقريرن کي بہ ضرور شايع ڪيو ويندو. ان کان سواءِ سندن سوانح حيات لکڻ جو ڪم بہ هٿ ۾ ڪنيو ويندو تہ جيئن هن عالم جي زندگي ۾ جدوجهد جي باري ۾ وڏ کان وڏ ڄاڻ حاصل ڪري سگهجي.

واضح رهي تہ محمد حسين ترڪ صاحب سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڪراچيءَ ۾ قائم ٿيڻ کان وٺي، ان جي حيدرآباد ۾ قائم ٿيڻ ۾

خاص ڪري علامہ آءِ آءِ قاضيءَ جي دور ۾ سندن ڪيل جاکوڙ جو
لکيل احوال بہ ڏنو ويندو. هن ڏس ۾ ترڪ صاحب جي فرزندن سان
گڏ محترم نصير مرزا، سابق اسٽيشن ڊائريڪٽر ريڊيو پاڪستان ۽
مشهور اديب ۽ محترم موهن مدهوش جون بہ ڪوششون شامل آهن،
جن وڏي جاکوڙ ڪري ترڪ صاحب جي لکيل مواد کي گڏ ڪرڻ ۽
ڇپائيءَ ۾ هر قسم جي مدد جو وڏو هٿ آهي.

اميد آهي تہ مستقبل ۾ هي انسٽيٽيوٽ حيدرآباد جي علمي ۽
معاشرتي زندگي ۾ اهم رول ادا ڪندي ۽ هن قسم جا ڪتاب ڇپرائي،
سنڌ جي اقتصادي ۽ معاشرتي زندگيءَ جي بهتري ۽ واڌاري لاءِ وڏو
ڪم ڪندي. هن ڏس ۾ سنڌ جي تعليمي ادارن کي گهرجي تہ هو اهڙن
ڪتاب جي همت افزائي ڪن ۽ شاگردن کي مشورو ڏين تہ هو اهي
ڪتاب ضرور پڙهن.

پروفيسر ڊاڪٽر قاضي خادم
اعزازي ڊائريڪٽر

# پيش لفظ

اج کان ڪجھ عرصو اڳ جڏهن محمد حسين ترڪ صاحب جو قيمتي انگريزي ڪتاب ”اڪنامڪ هسٽري آف حيدرآباد“ منهنجي نظر مان گذريو تہ مان مانواري ليکڪ جي غيرمعمولي علمي محنت، اقتصاديات سان دلچسپي ۽ مورخاڻي مشغوليت کان خاص طور تي متاثر ٿي ويس. مون ان کي مشورو ڏنو تہ اهو ڪتاب جي اردو ۽ سنڌي ترجمي جو انتظام ڪري، مان ان جو شڪر گذار آهيان جو ان منهنجو مشورو قبول ڪيو. تنهنڪري هي ڪتاب ان انگريزي ڪتاب جو ترجمو آهي. مون کي اميد آهي تہ اهي سنڌي ترجمو مڪمل ڪرڻ ۽ ان کي ڇپرائڻ ڏانهن بہ جلد توجھ ڪندا.

محمد حسين صاحب جي ڪتاب جو هي اردو ۾ ترجمو پنهنجي نوعيت جو پهريون ڪتاب آهي. اردو زبان ۾ اقتصاديات جي مضمون تي تمام ٿورا ڪتاب لکيا ويا آهن، وري رڳو هڪڙي شهر جي اقتصادي تاريخ تہ اجا وڏيڪ اڻ لڀ شي آهي. ان کان علاوہ، هي ڪتاب پنهنجي مضمون جي مواد ۽ لکت جي ڍنگ، ٻنهي حوالن کان مٿانهون آهي. اهو هڪڙو مختصر پر جامع ڪتاب آهي.

2. ليکڪ حيدرآباد جو اقتصادي احوال ان جي تاريخي ۽ سماجي پس منظر سان گڏ پيش ڪيو آهي. ان جي بيان جو انداز علمي هجڻ جي باوجود آسان ۽ وڻندڙ آهي. ان جي لکت انهن منجهيل ڳالهين ۽ پيچيده اصطلاحن کان پاڪ آهي، جيڪي غيرضروري ۽ اڪثر غيرشعوري طور تي اقتصادي ماهرن جي تخليقن ۾ ڏسڻ ۾ ايندڙيون آهن.

3 ـ پاڪ ۽ هند جي مسلمانن معاشي ۽ اقتصادي مسئلن کان گهڻي حد تائين غفلت ڪئي آهي. جيستائين مون کي ڄاڻ آهي ته شاه ولي الله دهلوي کان اڳ اسان جي ڪنهن به عالم يا مفڪر قومن جي اجتماعي زندگيءَ جي معاشي پهلوءَ تي حق مطابق توجهه ڪونه ڏنو آهي. جديد اقتصاديات تي اردو ۾ پهريون ڪتاب ويهين صديءَ جي شروع ۾ لکيو ويو. اهو علامه اقبال جو "علم الاقتصاد" نالي ڪتاب هيو. ان کان پوءِ ان موضوع تي گهڻو گهٽ ڪتاب لکيا ويا آهن. محمد حسين صاحب جو ڪتاب منهنجي لاءِ انهيءَ ڪري به خوشيءَ جو باعث آهي ته ان مان اسان جي اهل علم ۽ اهل راءِ طبقي جي اقتصادي مسئلن سان دلچسپي ظاهر ٿئي ٿي. اسان پاڪستانين لاءِ جيڪي اقتصادي لحاظ کان پوئتي پيل قوم آهيون, اها ڳالهه هڪڙي نيڪ فال آهي.

4ـ محمد حسين صاحب جو ڪتاب هڪڙو نهايت قدر جي لائق علمي ڪارنامو آهي. مون کي اميد آهي ته اهي پنهنجي اقتصادي تحقيق ۽ لکت کي جاري رکندا ۽ اسان جي نوجوانن لاءِ ان جو مثال هڪڙو قابل فخر ۽ قابل تقليد نمونو ثابت ٿيندو.

ممتاز حسين,
سيڪريٽري, فنانس ڊپارٽمنٽ,
حڪومت پاڪستان, ڪراچي
6ـ4ـ1958

# مقدمو

## محمد ﷺ جي رب جي نالي سان

حيدرآباد شهر ۽ اولهہ پاڪستان جي تاريخ تي غور ڪندي مون ڪي هن شهر جو بنياد، قائم رهڻ ۽ مسلسل ترقي جي باري ۾ جن حقيقتن جي خبر پئي، انهن ڪان مان گهڻو متاثر ٿيس. ان اثر جو نتيجو هيو جو مون 25 نومبر 1955ع تي سنڌ يونيورسٽيءَ جي ايوان ۾ ”حيدرآباد جي اقتصادي تاريخ“ جي عنوان تي هڪڙي تقرير ڪئي هئي.

جيڪڏهن تاريخ اسان ڪي ڪجهہ سيکاري سگهي ٿي تہ مان محسوس ڪيان ٿو تہ مستقبل ۾ حيدرآباد جي سامهون اقتصادي ترقي جا گهڻا امڪان آهن.

1768ع جي سال ۾ غلام شاهہ ڪلهوڙي حيدرآباد جو بنياد هڪڙي ننڍي شهر جي حيثيت سان رکيو. انهيءَ جي باوجود تہ ان زماني ۾ تجارت ۽ صنعت زوال پذير هئي، هي شهر وڏي تيزيءَ سان ترقي جي منزلن ڏانهن وڌندو رهيو. بهرحال، 1847ع جي سال ۾ ان جون ترقيون رڪجي ويون. ان جو سبب اهو هيو تہ برطانوي حڪومت واپاري ۽ ٻين مقصدن پٽاندڙ سنڌ جي گاديءَ واري هنڌ کي حيدرآباد کان ڪراچي منتقل ڪيو. پر ان جي باوجود حيدرآباد جي تاريخي ترقي مسلسل جاري رهي. ويهين صدي عيسوي جي شروع ۾ هن شهر جو رقبو 2/3 چورس ميل کان 16.5 چورس ميل ٿي ويو. ان کان پوءِ هي شهر برابر ترقي ڪندو رهيو ۽ هيٺان واڌارا ٿيا:

1. عامل ڪالوني 2. غلام محمد بئراج 3. شاهہ لطيف آباد ۽ 4. حيدرآباد انڊسٽريل ٽريڊنگ اسٽيٽ

1901ع واري سال ۾ هن شهر جي آبادي 69278 ماڻهن تي مشتمل هئي، پر 1955ع ۾ چئن لکن (400,000) تائين پهچي وئي. ان کان علاوه، 1951ع واري سال ۾ سنڌ يونيورسٽي ڪراچي کان هتي منتقل ٿي وئي ۽ 14 آڪٽوبر 1955ع کان ڪمشنر آفيس جو قيام بہ عمل ۾ اچي ويو آهي.

حيدرآباد جي آبادي، صنعتي ترقي ۽ مستقبل ۾ ترقيءَ جي امڪانن کي نظر ۾ رکندي، بجا طور اهو نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو تہ هن شهر جون حدون گهڻو جلد هڪڙي وسيع رقبي ۾ پکڙجي وينديون ۽ ممڪن آهي تہ اتر طرف جام شورو ۽ پيٽارو تائين، اولهہ طرف ڪوٽڙي تائين، ڏکڻ طرف ڪٽڙ تائين ۽ اوڀر طرف راهوڪي تائين پکڙجي وڃن. جڏهن شهر ايترو وسيع ٿي ويندو تہ سنڌو ندي حيدرآباد شهر جي وچ مان ائين وهندي جيئن لنڊن ۾ ٿيمس (Thames) ندي وهي ٿي، ۽ پيرس ۾ سين (Seine) ندي، ۽ پوءِ ٻيڙين، آگبوٽن ۽ لانچن ۾ ويهي درياء جو وڻندڙ سير ۽ تفريح ڪرڻ جا گهڻا موقعا ملندا.

حيدرآباد ۾ مقامي ريل، ٽرام ۽ رڪشائن ذريعي باربرداري ۽ اچڻ وڃڻ ۾ ترقي ٿي سگهندي. ڪوٽڙي جو سنڌونديءَ ۽ ڦليلي واهہ جي ڪري ان ۾ ڪجهہ ڏکيائون پيش اينديون، تڏهن بہ ٽرام ۽ ريل کي نظرانداز نٿو ڪري سگهجي. گهڻو ڪري سنڌو نديءَ ۽ ڦليلي واهہ ۾ آگبوٽ ۽ لانچون مسافرن کي هڪڙي پاسي کان ٻئي پاسي ڏانهن ڪٽي وڃڻ ۽ آڻڻ جي لاءِ هلي سگهن ٿيون. حيدرآباد ۾ هڪڙي هوائي اڏي جي گهڻي ضرورت آهي. شهر جي موجوده ترقيءَ کي نظر ۾ رکندي، ڪوٽڙيءَ واري هوائي اڏي جو ڪامياب ٿيڻ ڪجهہ غيريقيني لڳي ٿو. منهنجي خيال ۾ گنجو ٽڪر يا سنڌونديءَ ۽ ڦاوٽيءَ جو وچ وارو علائقو هوائي اڏي جي لاءِ ڪوٽڙي کان وڌيڪ ويجهو ۽ موزون رهندو.

موجوده حالتن ۾ اهو ضروري آهي تہ شهر جي سڙڪن جي نظام کي ترقي وٺرائي وڃي. پر ايئن جو سوڙهين سڙڪن کي ويڪرو ڪيو وڃي. نيون سڙڪون تيار ڪيون وڃن ۽ موجوده سڙڪن جي مرمت ڪئي وڃي.

هيٺين جاين تي ريلوي لائن مٿان پليون تعمير ڪري سگهجن ٿيون. جيڪي اهميت جي حوالي سان هن ترتيب واريون هجڻ گهرجن:

1. ريلوي اسٽيشن جي اولهه ۾
2. شاهه لطيف آباد پرسان
3. ٽنڊو يوسف جي اولهه ۾
4. ٽنڊو نورڙهو پرسان
5. ڪوٽڙي اسٽيشن پرسان.

گدوءَ جي پرسان ريلوي پلين ۾ شاهراهه مٿان واٽر سپلاءِ جي وڏن پائيپن کي وڏيڪ اوچائي وارين گاڏين جي آسانيءَ سان اچڻ وڃڻ جي لاءِ تبديل ڪري سگهجي ٿو ۽ واٽر سپلاءِ جي مرڪز کي گدو کان غلام محمد بئراج جي مٿئين طرف منتقل ڪري سگهجي ٿو.

اتر طرف ڦليلي واهه تي ڪاري موري واري پل تمام گهڻي سوڙهي ۽ بي ترتيب نهيل آهي، ڇوته ان جا پاسن وارا ڪنڊا گهڻو ڪمزور آهن. ان ڳالهه جو گهڻو امڪان آهي ته جڏهن سوارين جي اچ وڃ گهڻي ٿي ويندي ته گاڏي واهه ۾ ڪري پوي، حقيقت اها آهي ته اها پل ان زماني ۾ تعمير ٿي هئي جڏهن موجوده زماني جي مقابلي ۾ ان وقت اچ وڃ ڇهون حصو هئي. ان کي موجوده ويڪر جي ٻيڻ کان به وڌيڪ جديد طرز تعمير مطابق ٻيهر تعمير ڪرڻ گهرجي ۽ ٻنهي پاسن کان پيادل رستا به هجن.

ڪنهن ٻاهر واري هنڌ تي ڇاوڻي جي منتقلي، سنڌ يونيورسٽي ڪالوني جي تعمير ۽ صنعتي سان گڏ ٻئي مقصد لاءِ سوئي گئس جو استعمال ترقي جي لاءِ وڏي پيماني تي مددگار ثابت ٿيندو.

حيدرآباد جو نالين وارو نظام پراڻي نموني وارو ۽ گهڻو خراب آهي. هن ڳالهه جي گهڻي ضرورت آهي ته بغير ڪنهن وڌيڪ دير جي فلش (Flush) جو طريقو رائج ڪيو وڃي.

جيستائين حيدرآباد جي صنعتي پهلوءَ جو تعلق آهي، غور و فڪر ڪان پوءِ اهو اندازو ٿئي ٿو ته نه صرف موجوده صنعتون وڌيڪ ترقي ڪنديون پر هيٺين نين صنعتن جي قيام لاءِ به ميدان موجود آهي:

1. ڪولڊ اسٽوريج
2. مُهر بند پلو ۽ مڇي
3. مُهر بند ڪير ۽ مکڻ وغيره.
4. مُهر بند ميوا ۽ سبزي، (ٽماٽي جي چٽڻي حيدرآباد جي خاص شئي ٿي سگهي ٿي).
5. پولٽري فارم
6. ماکي گڏ ڪرڻ
7. دوائون ۽ دوائن جا سرڪ ناهڻ.
8. سارين جي توتڙ مان ڪاغذ ۽ پاٺو ناهڻ.
9. وڏي پيماني تي صابڻ ناهڻ. جيڪڏهن ممڪن هجي ته گنجو ٽڪر مان جيڪو ميٽ نڪري ٿو ان کي پڻ ان مقصد لاءِ استعمال ڪجي.
10. بسڪوٽ ۽ مڪئي جا نمڪ پارا (ڪارن فلڪس).
11. هڏن جو پاڻ يا ٻيا پاڻ
12. پلاسٽڪ جون شيون.
13. ڪاشيءَ جون سرون (ٽائيلس).
14. ڪاشيءَ جا ڪم
15. وڏي پيماني تي هار سينگار جون شيون
16. لالٽين
17. بجلي جو سامان
18. رنگ روغن وارا ڪم.
19. وڏي پيماني تي ريڊيو ناهڻ.

حيدرآباد ۾ بئنڪنگ نظام جي ترقيءَ جي پڻ گهڻي گنجائش آهي. نتيجو ڪڍجي ته سڀ ڳالهيون ان حقيقت جي نشاندهي ڪن ٿيون ته مستقبل قريب ۾ حيدرآباد هڪڙي اهم شهر طور ترقي ڪندو.

تنهنڪري، مون کي مشورو ڏنو ويو تہ تقرير (ليڪچر) کي نئين سر هن ننڍڙي ڪتاب جي شڪل ڏئي شايع ڪيان.

مان مانواري وائيس چانسلر، علامہ آءِ آءِ قاضي جو گهڻو ٿورائتو آهيان، جنهن مون کي همٿايو ۽ هن مسودي کي نظر مان ڪڍڻ لاءِ پنهنجو قيمتي وقت صرف ڪيو.

مان ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، پروفيسر ۽ هيڊ آف ڊپارٽمينٽ آف ايجوڪيشن ۽ سنڌي؛ ڊاڪٽر اي. جي هاليپوٽو پروفيسر ۽ هيڊ آف ڊپارٽمنٽ آف مسلم هسٽري ۽ اسلامڪ ڪلچر؛ مسٽر غلام حسين سومرو، هيڊ ماسٽر، نور محمد هاءِ اسڪول ۽ حيدرآباد شهرجو هڪڙو پراڻو تعليمدان؛ مسٽر جي.ڊبليو سيد، اسسٽنٽ پروفيسر آف انگلش؛ مسٽر اي.ايس خواجہ، ايگزيڪيوٽو انجنيئر؛ ۽ مسٽر محمد علي قاضي، لئبريرين جو پڻ ٿورائتو آهيان، جن هن مسودي کي پنهنجي نظر مان ڪڍيو. انهن مان گهڻن قيمتي مشورا ڏنا. ڪجھ ٻيا دوست پڻ ڪجھ قيمتي مواد گڏ ڪرڻ ۾ منهنجي مدد ڪرڻ لاءِ مون طرفان شڪريو ادا ڪرڻ جا حقدار آهن.

مان محمد بخش جو مون کان ڊڪٽيشن وٺڻ، منظورالاسلام جو مواد کي ٽائيپ ڪرڻ، انجنيئرنگ اسٽاف جو ٻن نقشن جا خاڪا تيار ڪرڻ ۽ سنڌ يونيورسٽي پريس اسٽاف جو ڪتاب کي ڏيان سان ڇاپڻ ۾ دلچسپي وٺڻ جو پڻ ٿورو مڃان ٿو.

ميسرس آر.ايچ برادرس پڻ مون طرفان ٿورا مڃڻ جا خاص حقدار آهن، جن سنڌ يونيورسٽي پريس جهڙي سٺي ڇاپي خاني مان هن ڪتاب کي ڇپائڻ جو بندوبست ڪيو.

محمد حسين محمد سليمان ترڪ

5 مارچ 1956،

سنڌيونيورٽي، حيدرآباد.

(اردو ترجمي لاءِ واڌو جملا)

ممتاز حسن، سيڪريٽري، فنانس ڊپارٽمنٽ، گورنمنٽ آف پاڪستان هن ڪتاب جو مطالعو ڪرڻ کان پوءِ فرمايو تہ هن ڪتاب جو ترجمو ڪرايو وڃي. ڇوتہ ڪتاب اقتصاديات ۽ تاريخ جي شاگردن ۽ عام پڙهندڙن لاءِ گهڻو ڪارائتو ثابت ٿيندو. ان حڪم مطابق اردو ترجمو خدمت ۾ پيش ڪجي ٿو ۽ جلد سنڌي ترجمو بہ شايع ڪيو ويندو.

جناب ممتاز حسن صاحب پنهنجي گهڻين مصروفيتن جي باوجود ”پيش لفظ“ لکي ڏنو. ان ڪرم فرمائي ۽ همت افزائيءَ جي لاءِ مان انهن جو گهڻو ٿورائتو آهيان. الله تعاليٰ ان کي سٺي جزا عطا فرمائي.

مان جناب ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان، ايم.اي، ايل.ايل.بي، پي.ايچ ڊي، ڊي ليٽ، صدر اردو ڊپارٽمنٽ، سنڌ يونيورسٽي جو بہ شڪر گذار آهيان، جنهن ترجمي جي نگراني ڪئي. محمد مسعود احمد صاحب جنهن هي ترجمو ڪيو، گوهر حسين صاحب ڪاظمي جنهن پرپاسي جا نقش ٺاهيا ۽ مرزا معصوم بيگ صاحب ۽ ظهور احمد صاحب جعفري، جن پروف پڙهيا، مون طرفان ٿورو مڃڻ جا حقدار آهن.

مخلص

محمد حسين ترڪ

اسسٽنٽ رجسٽرار،

سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد

16.4.1958

## باب پهريون

# تاريخي پس منظر

ڪجھ ماڻهن ۾اقتصادي تاريخ جي وصف ”تاريخي نقطہ نظر کان معاشي مظاهر جو مطالعو ۽ تجزيو“ بيان ڪئي آهي.(1)

چيمبر جي انسائيڪلوپيڊيا جي سهڙيندڙن جي مطابق ”اقتصادي تاريخ ان طريقي ڪار جو بيان آهي جنهن تي هلي انسانن شين جي پيداوار، خرچ، متاستا، ورهاست ۽ محنت ۾ حصو ورتو ۽ ان سان گڏ قيمتون، ڪرايا ڀاڙا، مزدوري، نفعي جي شرح وغيره تي نظر رکي.“(2) انهن جو اهو بہ چوڻ آهي تہ جيڪو اقتصادي مورخ سياسي ۽ فوجي ڳالهين کي نظرانداز ڪري ٿو اهو اقتصادي تاريخ جي بگڙيل صورت پيش ڪندو. تنهنڪري ضروري آهي تہ دولت، زراعت، صنعت، تجارت ۽ ٻين اقتصادي ذريعن کي پيش ڪرڻ کان اڳ حيدرآباد جي سياسي تاريخ تي ڳوڙهي نظر وڌي وڃي.

ڪجھ ماڻهن جو خيال آهي تہ جنهن جاءِ تي حيدرآباد واقع آهي، ان کي پراڻي زماني ۾ پٽالا چيو ويندو هو جتان سڪندراعظم 326 ق.م ۾ پنجاب کان پنهنجي وطن ڏانهن واپس ويندي گذريو هيو. جڏهن تہ گهڻا ماڻهو ان ڳالھ سان متفق نہ آهن. بهرحال، عام طور تي اها مڃيل ڳالھ آهي تہ حيدرآباد وارو قلعو ان ساڳي جاءِ تي واقع آهي پراڻي زماني ۾ جنهن تي نيرون ڪوٽ واقع هو. هينري ڪزنس (Henry Cousins) پنهنجي ڪتاب ”دي اينٽيڪٽيز آف سنڌ وٿ هسٽاريڪل آئوٽ لائين“ ۾ 131 صفحي تي لکيو آهي ”الادريسي اسان کي ٻڌايو آهي تہ نيرون ڪوٽ هڪڙو معمولي اهميت وارو شهر آهي، پر اهو قلعي بند آهي ۽ ان جا رهواسي شاهوڪار آهن. ورلي ڪو وڻ ڏسبو.“

آخري جملي مان ظاهر ٿئي ٿو تہ شهر رڳو هڪڙي ٽڪريءَ تي هيو جتي وڻ نہ ڦٽندا آهن. بهرحال، ڪجهہ ماڻهو ان خيال جا آهن تہ نيرون ڪوٽ لاڙڪاڻو ضلع ۾ هيو.

سنڌ، جنهن جو حيدرآباد هڪڙو اهم شهر آهي، ڪيترين ئي بادشاهتون ۽ حڪمران گهراڻا ڏٺا آهن، جن ان تي حڪومت ڪئي آهي. جڏهن عربن ان کي فتح ڪيو تہ711ع ۾ سنڌ تي برهمڻ راجا حڪومت ڪندا هيا، ۽ اهو نيرون ڪوٽ ئي هيو جنهن اصل ۾ 711ع واري سال ۾ محمد بن قاسم آڏو هٿيار ڦٽا ڪيا هيا. ان کان پوءِ سنڌ تي هيٺين حڪمرانن حڪومت ڪئي: (3)

| | |
|---|---|
| 1. عرب | 712ع کان 1026ع |
| 2. غزنوي (ترڪ) | 1026ع کان 1182ع |
| 3. غوري | 1182ع کان 1206ع |
| 4. مملوڪ حڪمران | 1206ع کان 1290ع |
| 5. خلجي (ترڪ) | 1290ع کان 1321ع |
| 6. سومرا | 1321ع کان 1351ع |
| 7. سما | 1351ع کان 1521ع |
| 8. ارغون | 1521ع کان 1554ع |
| 9. ترخان* | 1554ع کان 1612ع |
| 10. مغل گورنر | 1612ع کان 1701ع |
| 11. ڪلهوڙا | 1701ع کان 1783ع |
| 12. ٽالپور | 1783ع کان 1843ع |
| 13. انگريز حڪمران | 1843ع کان 1947ع |

711ع ۾ سنڌوندي نيرون ڪوٽ جي اوير ۾ وهندي هئي.(4) مسٽر سمٿ جي ڊبليو (Mr. Smith J.W) محمد بن قاسم هٿاران نيرون ڪوٽ جي فتح جو ذڪر ڪرڻ کان پوءِ لکي ٿو: ”نيرون گهٽي عرصي تائين گم ٿي ويو پر ارڙهين صدي عيسوي جي وچ ڌاري درياءَ اوچتو رُخ تبديل ڪيو....(5)

---

* هن ۾ انهن جو ڏن پرڻ ۽ خودمختياري وارا دور شامل آهن.

بهرحال، اها ڳالهہ صحيح نٿي ٿي سگهي، ڇوتہ ڏهين ۽ پندرهين صدين ۾ بہ نيرون ڪوٽ جي موجودگيءَ جا حوالا ملن ٿا، جيئن هيٺ بيان ٿيل آهي:

1. 340 هجري ۾ ابواسحاق اصطفري ۽ 367 هجري يعني ڏهين صدي عيسوي جي آخري اڌ ۾ ابن حوقل طرفان ناهيل سنڌ جي نقشن ۾ نيرون ڪوٽ ڏيکاريل آهي.(6)

2. اهو ٻڌايو ويو آهي تہ مخدوم احمد 830 هجري يعني پندرهين صدي عيسوي ۾ هڪڙي عارفاڻي راڳ جي محفل دوران نيرون ڪوٽ ۾ فوت ٿيو.(7)

ارڙهين صدي عيسوي جي وچ ڌاري(8) يعني 1758ع(9) ۾ سنڌونديءَ پنهنجو وهڪرو تبديل ڪيو ۽ ان جاءِ جي اولهہ طرف کان وهڻ لڳي، ۽ نيرون ڪوٽ کان اترطرف اٽڪل 16 ميلن جي فاصلي تان ان جي پيٽ مان ڦليلي واهہ نڪتو جيڪو شهر جي اوڀر کان ڦرندو ڏکڻ طرف 10 ميلن جي مفاصلي تي وچي نديءَ سان شامل ٿيو.(10) تنهنڪري ان سنڌوندي ۽ ڦليليءَ جي وچ واري علائقي دريائي جزيري جي شڪل اختيار ڪئي. ان سان گڏ هڪڙي اهم ڳالهہ اها هئي تہ ان علائقي جي وچ ۾ هڪڙي ٽڪري آئي ٿي، جيڪا گنجو ٽڪر جو حصو هئي. ان زماني ۾ سنڌ جا بہ وڏا اهم شهر ٺٽو ۽ نصرپور(11) ابتريءَ ڏانهن وڌڻ شروع ٿي ويا هيا. صنعت ۽ واپار جيڪي ڪڏهن مغلن ۽ ڪلهوڙن جي شروعاتي دور ۾ عروج تي هيا، هاڻي مختلف سياسي ۽ تجارتي سببن ڪري زوال پذير هيا.(12)

غلام شاهہ ڪلهوڙو جي حڪومت وارا ڏينهن لڙائي ۽ دشمني وارا هيا. امن امان پوين پساهن ۾ هيو. تنهنڪري حڪمران گاديءَ جو هنڌ قائم ڪرڻ لاءِ خدا آباد (لڳ دادو) جي بدران ڪنهن مناسب ۽ محفوظ جاءِ جي ڳولا ۾ هيو تہ جيئن پوءِ امن امان وري بحال ڪرڻ جي ڪوشش ڪري. هالا، مورو ۽ نصرپور ويجهو ڪجهہ ڳولا ڪرڻ کان پوءِ ان جي

نظر ٽڪريءَ تي موجود ان جاءِ تي پئي جتي ڪنهن زماني ۾ نيرون ڪوٽ آباد هيو ۽ خوش قسمتيءَ سان اها جاءِ دريائي جزيري منجهه گهيريل هئي. ان 1768ع (1182 هجري) ۾ ان جاءِ تي اٽڪل 36 ايڪڙ جي ايراضي تي پڪين سرن جو قلعو تعمير ڪرائي حيدرآباد شهر جو بنياد رکيو.(13)

پوٽنجر (Pottinger)(14) ۽ هيوز (Hughes)(15) جوخيال آهي تہ اهو قلعو مير فتح علي اڏرايو هيو پر اهو خيال معقول ڪونهي. ميان غلام شاهہ ڪلهوڙو پنهنجو گاديءَ جو هنڌ خداآباد (لڳ دادو) کان حيدرآباد منتقل ڪيو. قلعي جي اتر طرف گهر ۽ بازار وغيره هيا.

اها ڳالهہ ان شخص جي ڪردار جي بلندي ظاهر ٿي ڪري تہ شهر جو بنياد رکڻ کان پوءِ ان شهر کي پنهنجي نالي منسوب نہ ڪيو پر ان کي حضرت علي عليہ السلام جي نالي پٺيان ”حيدرآباد“ جو نالو ڏنو.(16)

اها حقيقت تہ ان پنهنجو گاديءَ جو هنڌ ان جاءِ تي فوجي نقطہ نظر کان قائم ڪيو هيٺين ڳالهين مان پڻ تصديق ٿئي ٿي:

1. ان توپ جي لاءِ سوراخن سان هڪڙو پڪو قلعو تعمير ڪرايو.

2. ٽڪريءَ جي انتهائي آخري ڏکڻ واري ڪنڊ تي ان ڏکڻ طرف کان نظرداري ڪرڻ لاءِ 1772ع ۾ هڪڙ ٻيو ڪچو قلعو اڏرايو.(17) اهو ڪچو قلعو ”شاهہ مکي جو قلعو“ سڏجي ٿو. ڇوتہ ان ۾ هڪڙي مرحوم درويش محمد شاهہ مکي جي مزار آهي.

3. ان ٽڪريءَ جي انتهائي اتر واري ڪنڊ تي هن پنهنجو مقبرو تعمير ڪرايو. اهو مقبرو چوڪيءَ واري برج طور ڪم ڏئي سگهيو ٿي، ڇوتہ ڀتين جي ٿولهہ اندران ڇت تائين ويندڙ ڏاڪڻين ذريعي ان تي چار منارا ٺهيل آهن. جيڪا ڳالهہ ٻين مقبرن ۾ ڏسڻ ۾ نٿي اچي. ان مقبري جي چوڌاري ساڳي مقصد

پٺاندڙ هڪڙي اوڏڪي پٽ تهيل آهي تہ جيئن ضرورت پوڻ تي ان کي فوجي چوڪيءَ طور استعمال ڪري سگهجي. شايد برٽن (Burton) جي پيروسي تي مسٽر جي ڊبليو سمٿ ( .J.W Smyth) لکي ٿو تہ اها اوڏڪي پٽ ٽالپورن ڏياري هئي،(18) پر اها ڳالهہ صحيح نٿي ٿي سگهي، ڇوتہ پٽ جي اڏاوت واضح طور ظاهر ڪري ٿي تہ اها فوجي مقصدن پٺاندڙ هڪڙي ننڍڙي ڀال هوندي، تنهنڪري مقبري سان گڏوگڏ ٺاهي وئي هوندي.

4. جيئن اها جاءِ سنڌوندي ۾ ان مان نڪرندڙ ڦليلي واهہ سان گهيريل هئي، تنهنڪري پاڻيءَ جي ميسر هجڻ جي پڪ هئي. ساڳيءَ طرح شهر جي ضرورت لاءِ حيدرآباد جي پرپاسي وارن ڳوٺن چڱي مقدار ۾ اناج اپايو ٿي.

غلام شاهہ پنهنجي هڪڙي ڳِدو نالي هندو ملازم کي رقم ڏئي حڪم ڏنو تہ سنڌونديءَ تي هڪڙو بندر قائم ڪري. ان جاءِ کي ان هندوءَ سان منسوب ڪندي گدوءَ جو ٽنڊو نالو ڏنو ويو. اهو اڃا تائين ٿوري مختلف نالي سان گدوبندر (طور) موجود آهي. ان تي بہ پتڻ (گهاٽ) هيا.(19)

غلام شاهہ ڪلهوڙو کان پوءِ حيدرآباد هيٺين حڪمرانن جو دور ڏٺو:

1783ع تائين .... ڪلهوڙا خاندان
1783ع کان 1843ع ....... ٽالپور خاندان
1843ع کان 1947ع ....... برطانوي حڪومت
1947ع کان ....... پاڪستان حڪومت

”غلام شاهہ ڪلهوڙو ڪنڌار جي دراني حڪمرانن جو ڏن ڀريندڙ سردار هيو. قنڌار جي بادشاهہ بعد ۾ 1783ع ۾ هڪڙي “فرمان” ذريعي سنڌ جي حڪومت ٽالپورن کي بخشي ڇڏي، مير فتح علي خان ”رئيس“ جي لقب سان ان جو پهريون حڪمران هيو.“(20)

جڏهن ٽالپورن سنڌ فتح ڪئي تہ 1783ع کان 1789ع تائين انهن جي گاديءَ جو هنڌ هالا پرسان خداآباد هيو. بهرحال، 1789ع ۾ ٽالپورن پڻ گاديءَ جو هنڌ حيدرآباد منتقل ڪيو.(21) جي ڊبليو سمٿ (J.W. Smyth) گزيٽيئر آف سنڌ جلد 2 (1920) صفحو 39 تي لکيو آهي تہ ميرن جي حڪومتي دور ۾ حيدرآباد جو خيرپور ۽ ميرپور تي ڪوبہ اختيار ڪونہ هيو.

ايسٽ انڊيا ڪمپني 1808ع، 1809ع، 1820ع، 1832ع، 1834ع وغيره ۾ ميرن سان مختلف معاهدا ڪرڻ کانپوءِ آخرڪار 1843ع ۾ سنڌ فتح ڪئي. اهو ڪم سرچارلس نيپيئر انجام ڏنو ۽ اهو پاڻ ان بابت هيئن لکي ٿو:

"اسان کي سنڌ تي قبضو ڪرڻ جو ڪو حق ڪونهي، پوءِ بہ اسان ائين ڪنداسين ۽ اهو اسان جي شرارت جو فاعدي وارو انساني ۽ نهايت ڪارائتو ٽڪرو ٿيندو."(22)

حيدرآباد جي ڏکڻ اولهہ طرف اٽڪل ٽن ميلن جي فاصلي تي ايسٽ انڊيا ڪمپني جي ريزيڊنٽ جي رهائشگاهہ هئي. 15 فيبروري 1843ع تي ميرن ان تي حملو ڪيو. اصل بلڊنگ جي جاءِ تي بعد ۾ هڪڙو ٿنڀو ٺاهيو ويو هيو، جنهن تي هيءَ عبارت اڪريل هئي:

> "هي ٿنڀو برطانوي ريزيڊنٽ جي رهائشگاهہ جي نشاندهي ڪري ٿو، جنهن جو ميجر آئوٽرام (Autram) 15 فيبروري 1843ع تي 22 رجمنٽ جي هڪڙي ننڍڙي جٿي سان 8000 بلوچن جي لشڪر خلاف دفاع ڪيو هيو جيڪي سنڌ جي ميرن لاءِ وڙهي رهيا هيا."

اهو ٿنڀو اڃا موجود آهي. ٻيون بہ جايون جتي انگريزن ۽ ٽالپورن جي وچ ۾ بہ وڏيون لڙايون وڙهيون ويون، اهي (1) مٽياري ڏانهن ويندڙ رستي تي مياڻي ۽ (2) حيدرآباد کان اٽڪل 8 ميل اوپر طرف دوآبو آهن. انگريزن جي فتح کان پوءِ انهن حيدرآباد کي پنهنجو هيڊ ڪوارٽر

مقرر ڪري سنڌ مٿان پنهنجي حڪمراني قائم ڪئي، جيڪو 1843ع کان وٺي 1847ع تائين سنڌ جي گادي واري هنڌ طور قائم رهيو. بهرحال، 1847ع ۾ واپاري ۽ ٻين سببن ڪري انهن پنهنجي گاديءَ جو هنڌ حيدرآباد مان ڪراچي منتقل ڪيو. 1843ع ۾ پوري سنڌ کي هيٺين ٽن ضلعن ۾ ورهايو ويو: (23)

1. حيدرآباد
2. ڪراچي
3. شڪارپور

مسٽر رٿبارن (Mr: Rathborne)حيدرآباد جو پهريون ڪليڪٽر هيو. ٻيا ضلعا ان کان پوءِ وجود ۾ آيا. 1847ع کان 1936ع جي عرصي دوران حيدرآباد سنڌ جو حصو هيو. جڏهن ته سنڌ برطانوي حڪومت جي دور ۾ بمبئي پريزيڊنسي جو حصو به رهي آهي. 1936ع کان پوءِ ڪراچيءَ ۾ گاديءَ واري هنڌ سان سنڌ برطانوي هندستان جو خود مختيار صوبو ٿي وئي. 14 آگسٽ 1947ع تي اهو صوبو پاڪستان جي نئين آزاد ملڪ جو حصو ٿي ويو ۽ 14 آڪٽوبر 1955ع تي سنڌ ۽ ٻين ننڍين صوبن ۽ پاڪستان جي اولهندي حصي ۾ موجود رياستن گڏجي لاهور شهر ۾ گاديءَ واري هنڌ سان اولهه پاڪستان جو گڏيل صوبو ٺاهيو. حيدرآباد جيڪو هاڻي پاڪستان جي نئين آزاد ٿيل ملڪ جي هن نئين قائم ڪيل صوبي، اولهه پاڪستان، جو حصو آهي، 4 مئي 1957ع کان سنڌ يونيورسٽي جو ماڳ رهيو آهي ۽ هاڻي ڪمشنري لاءِ ڊويزنل هيڊ ڪوارٽر طور چونڊيو ويو آهي.

## باب پهريون

# جاگرافيائي پس منظر

مغربي پاڪستان جي حيدرآباد ڊويزن جي مرڪز ۾ حيدرآباد هڪڙو شهر آهي ۽ $25^{0}$ 23‘ اتر ويڪرائي ڦاڪ تي ۽ $68^{0}$ 25‘اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي واقع آهي.(1) اهو گنجو ٽڪر جي اتر واري ڇيڙي تي آباد آهي، جيڪو ان جي ڏکڻ ۾ 14 ميلن تائين پکڙيل آهي. اهو شهر اتر اوڀر، اوڀر ۽ اولهه طرفن سان سمر واري زمين سان گهيريل آهي. بهرحال، ڏکڻ طرف گنجو ٽڪر جون ٽڪريون آهن، جن ۾ بيشمار سامونڊي شيون موجود آهن، جيڪي زميني علم (علم الارضيات) جي نقطه نظر کان ڪارائتيون آهن. اصل شهر هڪڙي ٽڪريءَ تي ٽهيل آهي، جنهن جي اولهه ۾ ٻه لاهونديون ۽ اوڀر ۾ صرف هڪڙي لاهوندي آهي. قلعو مٿانهين چوٽيءَ تي ٽهيل آهي، جيڪو پنهنجي بنياد کان اٽڪل 50 فوٽ اوچو آهي. مرڪزي شهر سڌي زميني ٽڪري تي ٽهيل آهي، جيڪو 2 ميل ڊگهو ۽ 600 وال ويڪرو آهي. اولهه طرف ۾ ٻه هڪڙو ٻيو زميني ٽڪرو آهي، جيڪو شهر واري زمين کان 25 فوٽ هيٺ آهي، جنهن جي اڌ ايراضيءَ تي ڇاوڻي ٽهيل آهي. اتي ٻيو ٻه هڪڙو 25 فوٽ هيٺاهون زميني ٽڪرو آهي ۽ ٽيون جنهن تي زرخير سيلابي زمينون آهن ۽ هڪڙو سنو باغ آهي. اهو ٽيون هيٺاهون زميني ٽڪرو اٽڪل ساڍا 3 ميل ڊگهو آهي ۽ اولهه ۾ سنڌو نديءَ جي ڪناري تي ختم ٿئي ٿو جتي گدوبندر آهي.

گدوبندر ڪنهن زماني ۾ واپاري سامان جي اچ وڃ لاءِ مرڪز هيو ۽ عربي سمنڊ ۽ پنجاب کان ماڻهو ايندا ويندا هيا. اوڀر پاسي ۾ هيٺاهين طرف 50 فوٽ لاڳيتي لاهوندي آهي. ان لاهونديءَ جي هيٺين ڇيڙي کان اٽڪل اڌ ميل اوڀر طرف ڦليلي واهه وهي ٿو. ميرن جي دور ۾ ڦليليءَ مان

هڪڙي ننڍي ڇاڙ نڪتل هئي، جيڪا قلعي تائين ايندي هئي. جڏهن واهه ڀريل هوندو هيو ته ان ۾ ٻيڙيون هلنديون هيون ۽ شهر ڏانهن اچڻ وڃڻ گهڻو آسان ٿي ويندو هيو.(2) اها هيٺين سطح اڄا موجود آهي ۽ ان مان هڪڙو نالو وهندو آهي. ٽڪري ۽ قليلي جي وچ ۾ ڪجهه عمارتون ۽ سائي ڀاڄي واريون زمينون آهن. ڏکڻ طرف ريل جون پٽڙيون آهن ۽ قلعي کان ڪجهه سئو والن جي مفاصلي تي جنڪشن اسٽيشن آهي.

ڊيوڊ راس (David Ross) حيدرآباد جي باري ۾ هيئن چوي ٿو:

"ساموندي هوائون حيدرآباد تائين پهچن ٿيون، انهيءَ سبب ۽ جيئن ته ان جو هنڌ مرڪز آهي، ان ڪي لشڪري جتن لاءِ ڇاوڻي طور چونڊيو ويو هو. جيڪڏهن دريا جي طرف کان ڏٺو وڃي ته شهر هڪڙو عجيب دلڪش منظر پيش ڪري ٿو."(3)

اونهاري جي موسم ۾ سنڌ جي پراڻي پوري صوبي ۾ حيدرآباد جون راتيون گهڻو فرحت ڏيندڙ سمجهيون وڃن ٿيون.

نئون حيدرآباد 1850ع کان ترقي ڪرڻ لڳو ۽ 1876ع ۾ حيدرآباد جي شاگردن لاءِ بمبئي يونيورسٽي جي ميٽرڪ جو امتحان ٿيندو هيو.(4)

گذريل 40 سالن ۾ حيدرآباد ۾ مينهن سراسري طور 7.66 انچ وسيو.(5) آگسٽ ۾ وڌ کان وڌ 3.08 انچ ۽ جولاءِ ٻئي نمبر تي آهي جنهن ۾ سراسري طور 2.62 انچ مينهن وسيو.(6) گرمي پد جو سراسري تفصيل ضميمو الف ۾ ڏنل آهي.

ويهين صدي عيسوي جي شروعات ۾ مکيه شهر 16.5 چورس ميل هيو جنهن جو اٽڪل چوٿون حصو تعمير ٿيل هيو.(7) هن شهر جون ٽي اهم خصوصيتون هي آهن: (1) گهرن مٿان هوا جا منگهه؛ (2) شهر اندر گهٽين پاڙن کي "پڙ" سڏيو ويندو آهي؛ ۽ (3) ڀرپاسي وارن ڳوٺن کي "ٽنڊو" سڏيو ويندو آهي. 1876ع ۾ حيدرآباد ۾ گهرن مٿان هوا جا منگهه موجود هيا.(8) حيدرآباد شهر جي آدمشماري اٽڪل 4 لک آهي ۽ ڪجهه خاص عمارتون آهن، جن جو تفصيلي هيٺ ڏجي ٿو:(9)

1. ڇاڻوٽيءَ ۾ فوجي بئرڪون جيڪي 1851ع کان 1856ع تائين تعمير ٿيون.
2. هوم اسٽيڊ هال جيڪو 1905ع ۾ تعمير ٿيو.
3. فقير جو پڙ واري مارڪيٽ، جيڪا 1908ع ۾ تعمير ٿي.
4. ڪليڪٽر جي آفيس، جيڪا 1912ع ۾ تعمير ٿي.
5. سرڪٽ هائوس، جيڪو 192ع تعمير ٿيو. اهو هاڻي ڪمشنر هائوس آهي.
6. نيول راءِ مارڪيٽ ۽ گهنٽا گهر جيڪا 1914ع ۾ تعمير ٿي.
7. سنڌ يونيورسٽي بلڊنگ، مکيہ عمارت اصل ۾ نئوا وديالا هاءِ اسڪول هئي.
8. ميونسپل آفيس بلڊنگ.
9. ڪمشنر آفيس بلڊنگ.
10. نور محمد هاءِ اسڪول بلڊنگ، جيڪا 1933ع ۾ تعمير ٿي.
11. گورنمنٽ ڪاليج بلڊنگ.
12. سينٽر جيل.
13. مسلم هاسٽل، جيڪا 1903ع ۾ تعمير ٿي.
14. گورنمنٽ هاءِ اسڪول بلڊنگ.
15. سٽي آرٽس ڪاليج بلڊنگ.
16. سول اسپتال بلڊنگ، جيڪا 1894ع ۾ تعمير ٿي.
17. گورنمنٽ گرلس ڪاليج ۽ هاسٽل جون بلڊنگون، جيڪي 1955ع ۾ تعمير ٿيون.
18. ڪلهوڙن ۽ ميرن جا قبا.

گدوءَ وٽ پمپنگ اسٽيشن سان حيدرآباد کي پاڻي مهيا ڪرڻ جو ڪم 1878ع ۾ تعمير ٿيو.(10) اهي مشينيون اٽڪل 20 لک گئلن پاڻي ڇڪين ٿيون، جيڪو گدوءَ جي ٻن تلائن ۾ گڏ ڪيو ويجي ٿو. ان کان پوءِ اهو پاڻي پائيپ ذريعي قلعي تائين آندو وڃي ٿو ۽ اتان مشين ذريعي قلعي جي مٿانهين تي وڏي ٽانڪي ۾ چڙهايو وڃي ٿو. قلعي جي ان چوٽيءَ واري ٽانڪي مان پوءِ پاڻي شهر ۾ ورهايو وڃي ٿو.

شهر جي اتر اولهہ ۾ غلام محمد بئراج نئون نئون تعمير ٿي آهي، جنهن جو 15.3.55 تي افتتاح ڪري وهايو ويو. اهو هڪڙو وڏو منصوبو آهي، جنهن تي سنڌ حڪومت جا اٽڪل 24 ڪروڙ روپيا خرچ ٿيا آهن. هڪڙو نهايت شاندار ۽ ڏسڻ جهڙو ماڳ آهي.

حيدرآباد ۾ هيٺين جاين تي هرسال ميلا لڳندا آهن.

1. 9 ذوالحج تي شاهہ مڪي جو ميلو.

2. جهانيان شاهہ جو ميلو

3. گدو بندر وٽ شِو جو ميلو.

4. اميدن پريو ميلو.

گذريل دورن ۾ ميلن واپار کي هٿي وٺائڻ سان گڏ تفريح ۽ مذهبي تقريبن جو مقصد پورو ڪيو.

مجموعي طور تي سنڌ جي تجارت ۽ صنعت 18 صدي عيسوي جي وچ کان پوءِ 1843ع تائين زوال پذير رهي؛(11) پر ان جي لاءِ نہ رڳو داخلي سبب پر مضبوط بيروني سبب پڻ هيا، جيڪي هيٺ ڏجن ٿا:

1. برطانيہ ۾ صنعتي انقلاب.

2. برطانيہ جي تجارتي حڪمت عملي.

3. آخري ڪلهوڙن حڪمرانن طرفان ملڪ کي گهرولڙائي ۾ ڦاسائڻ ذريعي افراتفري پيدا ڪرڻ.

4. ميرن جي حڪمت عملي.

5. اميراڻي طبقي جو ختم ٿي وڃڻ.

## باب ٽيون

# ڪچو مال

جيئن اڳ ۾ بيان ڪيو ويو آهي، حيدرآباد ان وقت وجود ۾ آيو جڏهن سنڌ جو وڏو واپار پنهنجي هيٺين ڏاڪي تي هيو ۽ سنڌ جو امن ۽ سڪون تمام گهڻو ڦٽل هيو. تڏهن بہ حيدرآباد جو قيام، موجود رهڻ ۽ ترقي پڌرو ڪن ٿا تہ ان جي خوشحاليءَ لاءِ گهڻا بهترين وسيلا ۽ امڪان موجود هيا. اها ڳالھ ڪچي مال ۽ قدرتي وسيلن جي هيٺ تفصيل سان پيش ڪيل لسٽ ذريعي ثابت ٿي وڃي ٿي.

1. زرعي وسيلا: حيدرآباد جي پرپاسي واري علائقي ۾ سٺيون زمينون آهن، جن ۾ ڪڻڪ، ڪپھ، جوار، باجهري ۽ گهڻين قسمن جون سايون ڀاڄيون، ميوا ۽ گاھ پيدا ٿين ٿا.

2. جانورن جا وسيلا: هتي تمام گهڻا جانور آهن. مثال طور، مينهون، ڍڳيون (ڳئون)، ٻڪريون، رڍون، گهوڙا ۽ گڏھ جيڪي شهر جي پرپاسي وارن علائقن سان گڏوگڏ شهر سان لڳولڳ چوڌاري علائقن ۾ موجود آهن. گوشت مارڪيٽ جي لاءِ باقاعدگي سان رڍون ۽ ٻڪريون مهيا ڪيون وڃن ٿيون. هتي ڪافي وٿاڻ آهن، جيڪي آباديءَ لاءِ کير، مکڻ، لسي ۽ ڏهي (ڏئونرو) مهيا ڪن ٿا. نتيجي ۾ ڊيري فارمنگ حيدرآباد جي پراڻين صنعتن مان هڪ آهي. هتي کلون ۽ چمڙو تمام گهڻي مقدار ۾ دستياب هوندو آهي.

3. پکي: ڪجھ مقدار ۾ ڪڪڙيون موجود آهن. آنن (بيدن) جي ٽوٽل گهرج جو ڪجھ حصو مقامي طور مهيا ڪيو

وجي ٿو ۽ وڏيڪ ٻاهران گهرايا ويندا آهن، گهڻو ڪري پشاور ۽ ملتان وغيره.

4. پاڻيءَ جا ذريعا: مڇي، خاص ڪري پلو مڇي، پرسان وهندڙ سنڌو نديءَ مان پڪڙي ويندي آهي ۽ شهر ۾ وڪڻي ويندي آهي. اهو ڌنڌو خود شهر ڪان ٻہ وڏيڪ پراڻو آهي.

5. معدني وسيلا: حيدرآباد جي ڏکڻ ۾ 4 ميل تي گنجو ٽڪر مان ميٺ واري مٽي کوٽي ڪڍي ويندي آهي. اها ڦڪي رنگ جي مٽي آهي، ۽ ڌوئڻ ۽ وهنجڻ جي مقصد لاءِ استعمال ٿيندي آهي.

ٻي معدنيات چُن جو پٿر آهي، جيڪو پڻ گنجو ٽڪر مان ۽ سنڌو درياء جي اولهندي طرف پهاڙن مان کوٽي ڪڍيو ويندو آهي. انهن پهاڙن مان جپسم ۽ روڙي پڻ حاصل ڪري سگهجن ٿا. گنجو ٽڪر ۾ ڪافي مقدار ۾ پٿر آهي، جيڪو سيمنٽ ٺاهڻ ۾ استعمال ڪري سگهجي ٿو. چيڪي مٽي ۽ واري پڻ دستياب آهن.

## باب چوٿون

# آبادي

1768ع ۾ حيدرآباد شهر جي بنياد پوڻ کان پوءِ اهو مسلسل ترقي ڪندو رهيو آهي. توڙي جو سنڌ جي پهرين باقاعده آدشماري 1872ع ۾ ڪئي وئي هئي، حيدرآباد جي آبادي جا تخمينا ان کان اڳ ۾ به ڪيا ويا هيا. 1808ع کان شهر جي آباديءَ جو لڳايل تخمينو هيٺ ڏجي ٿو:

1. 1808ع — 15,000 (اٽڪل 5000 گهر).(1)
2. 1828ع — 20,000 (مسٽر برنس جي اندازي مطابق).(2)
3. 1843ع — 20,000
4. 1872ع — 43,088(3)
5. 1881ع — 48,153
6. 1891ع — 58,048
7. 1901ع — 69,378(4)
8. 1911ع — 75,952
9. 1931ع — 80,000(5)
10. 1941ع — 1,27,500
11. 1951ع — 2,29,211
12. 1955ع — 4,00,000 (اندازن)(6)

1843ع ۾ حيدرآباد جي آبادي 20, 000 هئي جڏهن ته ڪراچي جي آبادي صرف 15000 هئي.(7)

1836ع ۾ حيدرآباد جا گهڻا رهواسي واڻيا (هندو)، ڪاريگر ۽ سرڪاري ملازم هيا.(8) ان کان پوءِ هتان جا رهواسي، سرڪاري ملازم،

واپاري، ڪاريگر، خانگي ملازم ۽ مزدور رهيا آهن. ويهين صدي عيسوي جي شروعات تائين هتان جو مزدور طبقو هن ريت هيو:

1. ڦُلي
2. دوڪاندار ۽ ملازم
3. ٽانگي وارا
4. ريلوي ملازم ۽ مزدور

1901ع کان پوءِ شهر ۾ آهستي آهستي وڏا وڏا ڪارخانا قائم ٿيا، تنهنڪري ڪارخانن جي مزدورن جو تعداد گهڻو وڌيو آهي.

14 آگسٽ 1947ع تي هندوستان جي مشهور ورهاڱي آباديءَ کي گهڻي تبديليءَ ۾ آندو آهي. هندن جي حيدرآباد کان انڊيا ڏانهن ۽ انڊيا مان مسلمانن جي حيدرآباد ڏانهن وڏي لڏپلاڻ ٿي آهي.

## باب پنجون

# باربرداري ۽ آمدورفت

هن جاءِ تان باربرداريءَ جو سرشتو حيدرآباد جي بنياد پوڻ کان بہ پراڻو آهي. نيرون ڪوٽ کان بہ ڏگهيون سڙڪون آگرا ۽ ملتان تائين وينديون هيون. 1757ع کان پوءِ دريائي رستا پڻ استعمال ڪيا ويا. ان کان گهڻو پوءِ ريلوي، هوائي رستو پوسٽ (ٽپال)، تار، ٽيليفون وغيره جو نظام پڻ شروع ٿيو جنهن جا تفصيل هيٺ ڏجن ٿا.

1. سڙڪون: حيدرآباد کان هڪڙي وڏي شاهراهہ گذري ٿي، جيڪا ڪراچي کان پشاور تائين وڃي ٿي. حيدرآباد کان ٻيون بہ مکيہ سڙڪون نڪرن ٿيون، جيڪي ميرپورخاص ۽ بدين تائين وڃن ٿيون. ٻيون بہ ٿي ننڍيون سڙڪون آهن جن مان هڪ ٽنڊو فضل، ٻي مسو پرگڙي ۽ ٽين ٽنڊوقيصر تائين وڃن ٿيون. انهن سڙڪن ذريعي اناج ۽ ٻيو ڪچو مال شهر ۾ آندو وڃي ٿو ۽ واپاري سامان اندرون ملڪ ڪٽي وڃبو آهي. انهن سڙڪن تي ماڻهن ۽ سامان کي کڻڻ لاءِ بسون بہ هلن ٿيون.

2. بحري رستا: مغلن جي ۽ ڪلهوڙن جي شروعاتي دور ۾ بحري آمدرفت لاءِ سنڌوندي گهڻو مشهور هئي. اهو بہ گمان ڪري سگهجي ٿو تہ "موئن جو دڙو تهذيب" جي زماني ۾ ٻيڙا لازمي سنڌونديءَ ۾ هلندا هيا. ان ڳالهہ جو بہ تاريخي ثبوت موجود آهي تہ سڪندراعظم 326 ق م ۾ پنجاب کان واپس ويندي ان نديءَ کي استعمال ڪيو هيو. عربن بہ ان کي مسلسل آمدورفت لاءِ استعمال ڪيو آهي. بهرحال، آمدورفت جو اهو سلسلو مغلن ۽ ڪلهوڙن جي شروعاتي دور ۾ پنهنجي عروج تي پهتو هو. ان کان هڪدم پوءِ برطانوي حڪومت جو بہ ان ڏانهن ڌيان ڇڪيو ۽ انهن ۾ ننڍا جهاز پڻ هلايا. 1843ع کان پوءِ، بهرحال، جڏهن انگريزن سنڌ فتح ڪئي تہ انهن نديءَ ذريعي بحري آمدورفت تي گهڻو ڌيان ڏنو.

هڪڙو بحري ٻيڙو هلايو ويندو هيو. جنهن جي مرڪزي آفيس ڪوٽڙيءَ ۾ هئي.(1) 1852ع کان ڪراچي ۽ ملتان جي وچ ۾ ان بحري ٻيڙي جي ذريعي هڪڙو پندرهن روزا ٽپال جو سلسلو قائم ڪيو ويو هو.(2)

ڪوٽڙي ۽ گدوءَ جي وچ ۾ درياء تي ٻيڙيون هلنديون هيون. اهو سلسلو 1854ع تائين هليو. جنهن کان پوءِ ٻيڙين جي جاءِ تي آگبوٽ هلڻ لڳو.(3) 1858ع ۾ سنڌونديءَ تي اورينٽل اِنلئنڊ اسٽيمشپ ڪمپني ڪم شروع ڪيو پر اهو 1869ع ۾ بند ٿي ويو.(4) بهرحال، سنڌونديءَ تي جيستائين بحري آمدورفت جو تعلق آهي ته 1878ع ۾ ڪراچي ۽ پنجاب جي وچ ۾ ريلوي نظام قائم ٿيڻ کان پوءِ، پنهنجي اهميت وڃائي ويٺي. ٻيڙيون عمارتي ڪاٺ، ٻاهه ٻارڻ وارين ڪاٺين، گاهه ۽ ٻين زرعي پيداوارن جي ڪٽي اچڻ ۽ ڪٽي وڃڻ لاءِ استعمال ڪيون وينديون هيون. ويهين صديءَ جي بلڪل شروع ۾ رجسٽر ٿيل ٻيڙين جو تعداد 3,305 هيو. جن کان 5 روپيا سال تي سرڪاري محصول اوڳاڙيو ويندو هيو.(5) درياء سان گڏ ڦليلي واهه به مسلسل آمدورفت جي لاءِ استعمال ٿيندو رهندو هيو. ان تي حيدرآباد کان هوسڙي، ڪٽڙ، ٽنڊو محمد خان، ماتلي، تلهار، ٽنڊوباگو ۽ وهنائي اسٽيشنون هيون. سنڌوندي ۽ ڦليلي جي بحري رستن سان حيدرآباد کان ٺٽو، لهڙي بندر، ڪراچي، سيوهڻ، بکر، روهڙي، ملتان، راهمڪي بازار ۽ واپس ماڻهو ۽ سامان کنيا ويندا هيا. ڦليلي واهه کي 20 ميلن جي مفاصلي کان پوءِ علي بندر تائين ""گوني" سڏيو ويندو هيو. جنهن کان پوءِ ان کي "لوني" سڏيو ويندو هيو ۽ سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندي هئي،(6) پر ويهين صدي جي شروعات ۾ پوري واهه کي سرڪاري طور ڦليلي نالو ڏنو ويو هو.(7) گدوءَ جي ڏکڻ پاسي تي ٽنڊو نور محمد جي ويجهو هڪڙو ٻيو بندر هيو. جنهن کي "ون ٽري بندر" سڏيو ويندو هيو. اڄ تائين سنڌونديءَ ۾ ٻيڙيون هلنديون رهن ٿيون.

3. ريلوي: حيدرآباد جنڪشن ريلوي اسٽيشن آهي. جتان ريلوي لائينون ڪراچي، بدين، ميرپورخاص ۽ لاهور تائين وڃن ٿيون. اهو 1892ع ۾ ٿيو جڏهن حيدرآباد کان شادي پلي تائين پهرين ريلوي لائين وڇائي وئي.(8) 1896ع ۾ حيدرآباد کان اڳين اسٽيشن راهوڪي وٽان ٻي

لائين روهڙي تائين وڇائي وئي. ڪوٽڙي کان ڪراچي تائين ريلوي لائين ان وقت تائين حيدرآباد سان ڳنڍيل نہ هئي، ڇوتہ وچ ۾ سنڌونديءَ رڪاوٽ هئي.

بهرحال، 23,00,025 روپين جي لاڳت سان ڪوٽڙيءَ پل تعمير ڪئي وئي ۽ 25 مئي 1900ع تي آمدورفت لاءِ کولي وئي.(9) ان کان پوءِ ڪوٽڙي کي حيدرآباد سان هڪڙي ريلوي لائن ذريعي ڳنڍيو ويو. ان کان پوءِ حيدرآباد کان بدين تائين ريلوي لائن وڇائي وئي ۽ 15 آڪٽوبر 1904ع تي آمدورفت لاءِ کولي وئي.(10) 1900ع کان پوءِ حيدرآباد کان شادي پلي لائين کي ميٽر گيج لائن ۾ تبديل ڪيو ويو ۽ جوڌپور تائين وڌائي وئي. ائين شهر کي مسافر ۽ سامان کڻڻ لاءِ ريلوي جي سهوليت مهيا ڪئي وئي، جيڪا اڄ تائين وڌي ترقي سان جاري آهي.

4. هوائي ذريعو: ڪنهن زماني ۾ حيدرآباد ۾ هوائي سفر جي سهوليت پڻ ميسر هئي. اندازن 1930ع ۾ پهاڙي کان هيٺ شاهہ مکي، حيدرآباد کان ڪوٽڙي ريلوي لائين ۽ گدو روڊ جي وچ ۾ جهاز لهڻ جو ميدان هيو. بهرحال، اهو 1935ع ۾ ختم ڪيو ويو. ٻي مهاڀاري لڙائي دوران اها سهوليت وري جاري ڪئي وئي، جڏهن ٻولهاڙي ۽ پيٽارو کي ان مقصد لاءِ استعمال ڪيو ويو.

بهرحال، 1952ع ۾ حيدرآباد کان 11 ميلن جي مفاصلي تي ڪراچي ۽ ٻولهاڙيءَ جي وچ ۾ مسافرن لاءِ اها سهوليت شروع ڪئي وئي. جيئن تہ ٻولهاڙي وٽ ڇونديل هوائي اڏو حيدرآباد کان گهڻو پري هيو ۽ ان جو نظام پڻ معاشي طور تي ڪارگر ڪونہ هيو، اها سهوليت گهٽبي وئي ۽ 12 مهينن جي تجربي کان پوءِ بند ڪئي وئي. بهتر تہ اهو ٿئي ها تہ جيستائين شهر وڌي تناسب سان ترقي ڪري ها، ان وقت تائين حيدرآباد جي ويجهو ڪا ٻي جاءِ چونڊي وڃي ها.

5. پوسٽ، ٽيليگراف ۽ ٽيليفون: سنڌ ۾ ٽپال جو نظام 1852ع جو پراڻو آهي (11) جڏهن مسٽر فريئر، ان وقت سنڌ جي ڪمشنر، ايجاد ڪيل ٽڪلين سان جن تي تير ۽ "سنڌ ضلع ٽپال"(12) لفظ لکيل هيا، اها

سهوليت شروع ڪئي. ان زماني ۾ باقائده ڪو ٽپال گهر ڪونه هيو پر پوليس ۽ ضلع جي آفيسرن کي حڪم جاري ڪيل هيا ته اهڙيون ٽڪليون لڳل خط وٽن ۾ پهچائڻ لاءِ ٻين سرڪاري آفيسرن تائين موڪلين. بهرحال، بعد ۾ اهو نظام ترقي ڪندو ويو ۽ 1854ع ۾ باقاعده ٽپال جو نظام قائم ڪيو ويو. برصغير انڊيا ۾ ٽپال واري سرشتي جو اصل خالق سرفريئر بارٽلز هيو. بعد ۾ ٽيليگراف ۽ ٽيليفون سرشتو به قائم ڪيو ويو.

6. ريڊيو اسٽيشن: 17 آگسٽ 1955ع کي مبارڪ تاريخ سمجهي سگهجي ٿو جڏهن حيدرآباد ۾ نشرياتي اسٽيشن پڻ قائم ڪئي وئي هئي.

7. مختلف: شهر منجهان ۽ پڻ پروارن شهرن منجهان مسافر کڻڻ لاءِ ٽانگا، چڪڙا، بسون جن مان ڪجهه به ماڻ هلن ٿا. تازو حڪومت طرفان هڪڙي مکيه بس سهوليت شروع ڪئي وئي آهي، جنهن کي ”سنڌ روڊ ٽرانسپورٽ“ سڏيو وڃي ٿو. ان جي مرڪزي آفيس شاهه مکي جو قلعو پرسان آهي، جتي ڪڏهن حيدرآباد ۾ جهازن لهڻ لاءِ ميدان هموار ڪيو ويو هيو. موجوده وقت ۾ رستن جي حالت خراب آهي. بهرحال، ميونسپالٽي جي اختياري وارا رستن جي حالت سڌارڻ لاءِ تڪڙا قدم کڻي رهيا آهن. شهر اندر آمدورفت جي نظام جون ڪجهه حقي ڏکيائون آهن، ڇوته شهر پهاڙيءَ تي ٺهيل آهي. مختلف چاڙهيون (لاهونديون)، خاص طور اهي جيڪي اولهندي پاسي تي آهن. آمدورفت کي ڏکيو مسئلو ڪري ٿيون ڇڏين.

## باب ڇهون

# صنعتون

ماهي گيري ۽ زراعت حيدرآباد جي پرپاسي جون پراڻيون صنعتون هيون. هتي هيٺيون شيون ٺهنديون هيون:

1. ريشمي گُلن وارا ڪپڙا،
2. سون ۽ چانديءَ جا زيور ۽
3. روغني ٿانءَ.

1768ع ۾ شهر جو بنياد پوڻ سان شهر ۾ اهي صنعتون شروع ٿيون.(1) انهن صنعتن ۾ جلد هيٺيون نيون شيون ٺاهڻ جون صنعتون به شامل ڪيون ويون:

1. هٿيار،
2. بارود،
3. مٽيءَ جا ٿانءَ،
4. لوهه جو سامان،
5. ڪپڙو،
6. چمڙو رنگڻ ۽
7. کير جا دڪان.

09 ـ 1808ع ۾ حيدرآباد ڏانهن پنهنجي سفر جو ذڪر ڪندي پاٽنجز لکي ٿو "حيدرآباد جون خاص صنعتون مختلف قسم جي هٿيارن جون آهن. مثال طور، فَتيلي واريون بندوقون، تلوارون، ڀالا ۽ برٿ پريل ڪپڙا."(2) اهو وڌيڪ لکي ٿو ته پرپاسي جي ڀراڙيءَ جي آباديءَ جو اٽڪل پنجون حصو (ان جي اندازي مطابق پرپاسي واري ڀراڙيءَ جي آبادي 10,000 هئي) يعني 2000 ماڻهو هٿيارن ٺاهڻ واري صنعت سان منسلڪ آهن، جن مان ڪجهه ته اهڙا ماهر هيا جهڙا يورپي ڪاريگر.(3)

1836ع ۾ جڏهن مير اچا سنڌ تي حڪومت ڪري رهيا هيا، هتي اٽڪل 431 ننڍا ڪارخانا هيا، جتي هيٺين تفصيل موجب 3000 ماڻهو ڪم ڪندا هيا: (4)

| نمبر | صعنت | شهر ۾ دوڪانن جو تعداد | مزدورن جو تعداد |
|---|---|---|---|
| 1. | هٿيار ٺاهيندڙ | 40 | 300 |
| 2. | لوهار | 60 | 325 |
| 3. | ڏڪڙ (واڍا) | 14 | 30 |
| 4. | سونارا | 45 | 100 |
| 5. | بارود ٺاهيندڙ | .... | 50 |
| 6. | چمڙو ٺاهيندڙ ۽ موچي | 16 | 47 |
| 7. | قاصائي | 75 | 300 |
| 8. | لڏُو ٺاهيندڙ | 32 | 275 |
| 9. | حلوائي ـ مٺائي ٺاهيندڙ | 70 | 350 |
| 10. | ٺاٺاري | 80 | 175 |
| 11. | پخالي | – | 450 |

ان ڳالهہ جو بہ ثبوت آهي تہ خاص قسم جو انگوري شراب بہ انگورن مان حيدرآباد ۾ ٺاهيو ويندو هيو.(5)

ايٽڪن سنڌ گزيٽيئر 1907 ۾ صفحي 137 تي لکي ٿو "انهن (ميرن) بندوقون ٺاهيندڙ هنرمندن ۽ ميناڪاري ڪندڙن کي حيدرآباد ۾ آباد ٿيڻ لاءِ آماده ڪيو هيو."

برطانوي حڪومت قائم ٿيڻ سان دريائي آمدورفت کي همٿايو ويو ۽ اوڻويهين صدي جي ٻئي اڌ دوران ريلوي نظام بہ وڏي پيماني تي متعارف ڪرايو ويو هو.

سنڌ گزيٽيئر (1874) جي صفحي 210 مسٽر هگس مطابق 1869ع تائين حيدرآباد ۾ هيٺيون صنعتون هيون:

1. برٽ ڀريل ريشمي ۽ سوٽي ڪپڙا،
2. ريشم ۽ سون جا ڪارخانا،
3. سجاوٽ جو روغني سامان. مثال طور، صندوق، نقشا، قلم دان، گلن رکڻ لاءِ گهوڙيون،
4. ميربحر جي ٻيڙي ناهيندڙ،
5. جيل جي صنعت. مثال طور، اوني غاليچا، ڪمبل، چادرون ۽ ٽوال، ۽
6. برٽ ڀريل ميز پوش ۽ ٽوپيون وغيره.

حيدرآباد ۾ 1875ع تائين سون ۽ چانديءَ جي تار سان برٽ ڀرڻ وارا ڪاريگر موجود هيا. پر 1905ع تائين فقط 25 ڪاريگر هيا.(6)

ڊيوڊراس ذڪر ڪري ٿو ته حيدرآباد ۾ 1882ع ۾ هيٺيان ڪارخانا موجود هيا: (7)

1. ڪاٺ جي چسٽاٽي وارو ڪم،
2. سون، چاندي ۽ ريشم جو برٽ،
3. ڪاڏيءَ جو ڪپڙو ۽ ڪٽا،
4. بارودي هٿيار،
5. غاليچا، ڪمبل ۽ چادرون، ۽
6. ميربحرن جون ٻيڙيون.

حيدرآباد جي مڇي واري صنعت جي ذريعي (1) غذا، (2) آمدني جو ذريعو ۽ (3) سرڪاري آمدني جا مقصد پورا ٿيندا هيا. درياء ۾ مڇي مارڻ جا ٺيڪا ميرن ۽ انگريزن طرفان پڻ ڏنا ويندا هيا. ان وقت به ۽ هاڻي به پلو اهم مڇي آهي. گهڻو ڪري واڻيا يا ٻيا شاهوڪار ماڻهو مڇي مارڻ جا ٺيڪا ڪڻندا هيا ۽ انهن جو مڇي ماريندڙن سان هٿ ڪيل مڇي جو ٽيون حصو ڪان 2/5 حصو هوندو هيو. سڪل پلو اندرون ملڪ به موڪليو ويندو هو.

19 صديءَ جي پڇاڙيءَ تائين ريلوي ۽ دريائي آمدورفت کان سواءِ گهڻو سرمايو لڳائڻ کان سواءِ سڀ صنعتون ننڍي پيماني تي هلنديون رهيون، ٺيڪيدار پاڻ بہ پنهنجي گهر ڀاتين جي مدد سان ڪم ڪندو هيو ۽ ڪڏهن ڪڏهن مزدوريءَ جي ادائگيءَ تي مزدورن کان ڪم ڪرائيندو هيو. ڪجهہ صنعتون، مثال طور، ميناڪاري ڪيل ريشم، سون ۽ چاندي وارو ڪم ۽ چٽسالي وارا ٿانءَ پوري سنڌ ۾ مشهور ٿي ويا هيا ۽ گهڻن يورپ جي صنعتي نمائش ۾ انعام کٽيا هيا.

ترارون، خنجرن ۽ مياڻن تي سون ۽ چانديءَ سان ميناڪاريءَ وارو ڪم اٽڪل 06 ـ 1905ع تائين زوال پذير ٿيڻ لڳو ۽ جيڪي ماڻهو اهو ڪم ڪندا هيا، اهي سڀئي غائب ٿي ويا ۽ صرف 5 دوڪان رهجي ويا، جتي ڳوناڻين عورتن جي سون ۽ چانديءَ جي زيورن تي ڳاڙهي، نيري ۽ سائي رنگ جي ميناڪاري ڪئي ويندي هئي.(8)

سوداگري ۽ واپار انهن ڏينهن ۾ ترقي ڪندا رهيا ۽ 5000 ”سنڌ ورڪي“ هيا، جيڪي دنيا جي مختلف علائقن ۾ گهمندا ۽ واپار ڪندا هيا ۽ دولت ڪمائي ايندا هيا. ان مرحلي تي مقامي بئنڪنگ سائنس ۾ جديد بنيادن تي صنعت ۾ تبديل ٿي وئي ۽ بئنڪ آف بامبي جي برانچ طور قائم ٿي، جيڪا پهرين بئنڪ هئي ۽ 16 نومبر 1907ع تي شروع ڪئي وئي. بعد ۾ 1 جولاءِ 1955ع کان ان جو نالو تبديل ٿي ”اسٽيٽ بئنڪ آف انڊيا“ ٿي ويو، ان جي مرڪزي آفيس بامبي ۾ هئي.

1907ع کان اڳ حيدرآباد ۾ اُٺ جي ڪجاون لاءِ چمڙي جا اعليٰ قسم جا پوش تيار ٿيندا هيا. انهن تي شاندار چٽسالي ڪئي ويندي هئي ۽ انهن ڏينهن ۾ بہ ان جي قيمت 450 روپيہ هئي. چمڙي جو ٻيو بہ اعليٰ قسم جو ڪم ٿيندو هيو جنهن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:(9)

1. زينون،
2. گهوڙن جي ڀِنين جا پوش،
3. مياڻون،

4. تلوارن جا پٽا،
5. بازيا شڪري جي ٽنگ ۾ ٻڌڻ لاءِ چمڙي جي ڏوري ۽
6. باز کي ڪٽڻ لاءِ ڪرائِي تائين هٿن جا جورابا.
اُٺ جي کَلن مان گهہ ۽ تيل رکڻ لاءِ پيالا ٺاهيندا ويندا هيا.

جيڪي ماٺهو ريشمي ڌاڳا ۽ ڏورا ٺاهيندا هيا، انهن کي ”پاٽولي“ سڏيو ويندو هيو. اهي اصل ۾ ميمڻ هيا، پر انهن پنهنجي لاءِ ”پاٽولي“ جي نالي سان الڳ شاخ واري ذات ٺاهي هئي، جيڪا سنڌي لفظ ”پَٽ“ مان نڪتل هئي، جنهن جي معنيٰ ريشم بہ آهي. اها ذات اڃاتائين موجود آهي ۽ گهڻو ڪري فقير جو پڙ ۾ رهن ٿا. ريشم ان زماني ۾ بمبئي ۽ ملتان کان ايندو هيو ۽ حيدرآباد ۾ گُلي ۽ ٻين رنگن سان رنڱيو ويندو هيو. اها صنعت ويهين صدي جي چاليهہ واري ڏهاڪي دوران زوال پذير ٿي ۽ هن وقت صرف ٿي ننڍا ڪارخانا اهڙو ڪم ڪن ٿا. اهو ريشم برٿ پرڻ جي ڪم ۾ استعمال ڪيو وڃي ٿو.

عاج تي نقش چٽڻ، رنگائي جو ڪم، ٽامي ۽ پتل تي گلڪاري بہ ٻيون صنعتون هيون، جيڪي حيدرآباد ۾ قائم ٿيون، پر بعد ۾ ختم ٿي ويون. عاج ان زماني ۾ بمبئي مان گهرايو ويندو هيو.

حيدرآباد کان 4 ميل ڏکڻ ۾ گنجو ٽڪر وٽ ميٽ جو ڪارخانو شروع ڪيو ويو هيو. ميٽ ڦڪي رنگ جي چلڪٽي مٽي آهي، جنهن کي ڌوئڻ جي ڪم ۾ استعمال ڪيو ويندو آهي. 20 صديءَ جي شروع ۾ 100 مڻ ميٽ واري مٽي کوٽي ڪڍڻ جي مزدوري 7 روپيہ هئي، جڏهن تہ ان جي 100 مڻ جي قيمت 36 روپين کان 100 روپيہ تائين گهٽ وڌ ٿيندي رهندي هئي.

1920ع کان ٿورو اڳ ڦليلي واهہ جي ڪناري تي ڦُٽيون ڪتڻ، چانور (ساريون) چَڙهڻ ۽ ڪجهہ ٻُنڙيون ٺاهڻ جا ڏهن کان وڌيڪ ڪارخانا هيا. ان کان علاوه، 1920ع کان اڳ هينيان ننڍا ڪارخانا موجود هيا:

چمڙو رنگڻ، برف پيڻ جو ڪم، ريشم ٺاهڻ، اُٽَ جو ڪم، رنگائي جو ڪم، ڪجاون جا پوش ٺاهڻ، لاک جو ڪم، مٽيءَ جا ٿانءَ ۽ عاج تي چٽسالي.(10)

ويهين صدي جي ٽيهن واري ڏهاڪي ۾ جَتيا ذات وارن جا اٽڪل 1000 گهر هيا.(11) انهن مان گهڻا چمڙي جو ڪم ڪندا هيا، جنهن ۾ چمڙي کي رنگڻ ۽ گيتلا جوتا ٺاهڻ ۽ ڪجاون جا پوش شامل هيا.(12)

20 صديءَ جي شروعات ۾ ڪپهه ڪتڻ ۽ برف ٺاهڻ جا ڪارخانا وڏي پيماني تي قائم ٿيڻ شروع ٿيا. 1901ع کان 1947ع ۾ پاڪستان جي قائم ٿيڻ تائين هيٺيان وڏا ڪارخانا ۽ مِلون قائم ٿيون هيون:

| | | |
|---|---|---|
| 1. | نسروانجي اينڊ ڪمپني | 1901ع ۾ برف جو ڪارخانو قائم ٿيو. |
| 2. | ڪاٽن جنگ، ڪليننگ اينڊ پريسنگ فيڪٽري | 1907ع تائين 23 ڪارخانا قائم ٿيا. |
| 3. | رائيس هسڪنگ (چانور "ساريون" چڙهڻ) | |
| 4. | ڪوتڙي ڊسٽلري | 1920ع ۾ قائم ٿي |
| 5. | بونميل فيڪٽري | 1926ع ۾ قائم ٿي |
| 6. | سنڌ آئل ملز | 1934– 35ع ۾ قائم ٿي |
| 7. | انڊس گلاس ورڪس | 1944ع ۾ قائم ٿيو |
| 8. | سنڌ ٽينيريز | 1945ع ۾ قائم ٿي |
| 9. | بندوق والا ڪاربن ڊاءِ آڪسائيڊ ڪمپني | 1946 – 47ع ۾ قائم ٿي. |

14 آگسٽ 1947ع جي مشهور ورهاڱي کان پوءِ هيٺ ڄاڻايل وڏن ڪارخانن جو اضافو ٿيو:

| نمبر | صنعت | ڪارخانا |
|---|---|---|
| 1. | ڪپڙو | * فتح ٽيڪسٽائل ملز. <br> * فضل گلزار ٽيڪسٽائيل ملز. <br> * حاجي شاهو ٽيڪسٽائيل ملز. <br> * ميهر ٽيڪسٽائيل ملز (1952ع ۾ قائم ٿي). <br> * سنڌ انڊسٽريز ڪوآپريٽو ٽيڪسائل ملز. |
| 2. | برف | * نوراني آئيس فيڪٽري (1 جنوري 1948ع ۾ قائم ٿي) <br> * بلوچ آئيس فيڪٽري. <br> * فاروق آئيس فيڪٽري <br> * ڪرسٽلائيز آئيس فيڪٽري <br> * آئيس فيڪٽري، ٽنڊو نوڙهو |
| 3. | چمڙو رنگڻ | * سنڌ ٽينيريز. <br> * حيدرآباد ٽيننگ اينڊ <br> * شو مينوفيڪچرنگ <br> * ڪمپني (1947ع ۾ قائم ٿي). <br> * ماڊرن ٽينيريز <br> * پاڪ ليڊر ٽينيريز <br> * ويسٽرن پاڪستان ٽينيريز |
| 4. | بليڊ | * ٽريٽ سيفٽي ريزر ڪارپوريشن لميٽيڊ (1948ع ۾ قائم ٿي) |
| 5. | سيمينٽ | * زيل پاڪ سيمنٽ فيڪٽري حيدرآباد (1956ع ۾ شروع ٿي). |

هن وقت (1956ع) هيٺيون صنعتون موجود آهن:

1. هيوم پائيپ انڊسٽري
2. هوزري (جورابا ۽ گنجيون).
3. جيل ۾ ٺهندڙ شيون: غاليچا، قالين، ٽوال، چادرون، ميزپوش ۽ ميز ڪرسيون وغيره.
4. مناڻيون، ڪٺمنڙا ۽ ٻيون ڪاٺ جون شيون.
5. چونو سيڙهي
6. سِرون (بڻا ـ ڪورا).
7. سرخي (سِرن وارو رنگ).
8. ڪُتر جون مشينون.
9. ڪاٺ جو (ڊڪاٽڪو) ڪم.
10. جوتا، بوٽ.
11. چوڙيون.
12. کير جا دوڪان.
13. لوهه جو ڪم.
14. ڇپائي ڪرڻ جا دوڪان.

(حيدرآباد ۾ هن وقت 20 ڇاپي خانا آهن، جن ۾ سنڌ يونيورسٽي پريس وڏي آهي ۽ جديد طرز تي ڪم ڪري ٿي).

15. گرائپ واٽر.
16. سون ۽ چانديءَ جو ڪم.
17. سوڊا واٽر.
18. صابڻ ٺاهڻ.
19. درزي.
20. پن جون پيڙيون.
21. رنگائي، ڌوئڻ ۽ استري ڪرڻ.
22. ايگريڪلچرل انجنيئرنگ ورڪشاپ.

23. ميٽ جو ڪارخانو.
24. موٽر گاڏين جي مرمت جا ورڪشاپ.
25. ڏاتو ڳارڻ.
26. ڦليلي جي ڪناري تي ٺوڪرا ٺاهڻ.
27. ميربحرن لاءِ ٻيڙيون ٺاهڻ.
28. غسل خاني ۾ استعمال جون شيون.
29. يوناني دوائون.
30. ريڊيو سيٽن جا پرزا جوڙڻ.

حيدرآباد جي مختلف ڪارخانن ۽ مِلن جو 1956ع ۾ تعداد هيٺ ڏجي ٿو:

| | | |
|---|---|---|
| * | ٽيڪسٽائيل | 5 وڏا ڪارخانا، 7 ننڍا ڪارخانا نوٽ: 4 وڌيڪ وڏا ڪارخانا جلد قائم ٿيندا. |
| * | آئل ملنگ | 14 |
| * | فلور ملنگ (اٽي پيهڻ جون چڪيون) | 12 |
| * | هوزري | 10 |
| * | ڪپهه ڪتڻ ۽ ڳنڍيون ٺاهڻ | 7 |
| * | برف تيار ڪرڻ | 6 |
| * | چمڙو رنگڻ | 5 |
| * | شيشي جو ڪم | 3 |
| * | سوڊا واٽر | 3 |
| * | سيمنٽ ٺاهڻ | 1 |
| * | سيفٽي ريزر بليڊ | 1 |

| * | ڪاربن ڊاءِ آڪسائيڊ | 1 |
|---|---|---|
| * | بسڪوٽ (بئڪري) | 4 |
| * | سرون ٿاهڻ (ڪُورا) | 12 |
| * | چونو ٺاهڻ | 12 |
| * | پٿر پيهڻ | 1 |
| * | هيوم پائيپ | 2 |
| * | ڏاتو ڳارڻ | 1 |

هن وقت جيڪي ڪارخانا ۾ مِلون آهن. انهن جو تفصيل ضميمو ”ب“ ۾ ڏنل آهي.

جڏهن جولاءِ 1954ع ۾ سنڌ يونيورسٽي جي حدن اندر وڏي سنڌ يونيورسٽي پريس قائم ڪئي وئي، تڏهن پريسون قائم ڪرڻ جو تڪڙو اپار آيو.

## باب ستون

# واپار

حيدرآباد جي درآمد ۽ برآمد جو سلسلو بالائي سنڌ، پنجاب، افغانستان، هيٺين سنڌ، ڪراچي، بمبئي ۽ ٻاهرين دنيا تائين سنڌوندي ۽ ان جي شاخ ڦليلي واهه ۽ گوني جي ذريعي پکڙيل هيو. جڏهن حيدرآباد جو بنياد رکيو ويو هيو ته ان زماني ۾ باقي سنڌ جو واپار تنزل ڏانهن وڌي رهيو هيو، پر حيدرآباد جو واپاري ترقي ڪندو رهيو. سنڌونديءَ ذريعي ان جي برآمدات ۾ اناج، شورو، لوڻ ۽ باهه ٻارڻ جون ڪاٺيون شامل هيون. ان زماني ۾ زميني واپار گهٽ ڪري حيدرآباد کان ٻاهر ويندڙ رستن ۽ سڙڪن سان قافلن جي صورت ۾ ٿيندو هيو. واپاري سامان، مثال طور، خوراڪ واريون شيون، ڪپڙو، چمڙي جو سامان، روغني سامان، برٺ پريل ڪپڙا ۽ ميٺ شهر ۾ وڪيا ويندا هيا ۽ گهٽي مقدار ۾ شهر کان ٻاهر به موڪليا ويندا هيا. حيدرآباد جو واپار ايترو وڌندڙ هيو جو ايسٽ انڊيا ڪمپني ميرن جي دور ۾ حيدرآباد ۾ پنهنجو واپاري نمائندو (ڪمرشل ريزيڊنٽ) مقرر ڪيو. البت، ميرن ان نمائندي کي 02 - 1801ع ۾ اتان تڙي ڪڍيو. ٻيهر 1809ع کان 1814ع تائين هڪڙو مقامي ماڻهو انهن جي نمائندگي ڪندو رهيو.(1) 1832ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپني سان هڪڙو واپاري معاهدو ٿيو جنهن موجب سنڌونديءَ کي واپاري مقصدن لاءِ استعمال ڪرڻ جي اجازت ڏني وئي ۽ ميرن طرفان جيڪو محصول لڳائڻو هوندو هيو، ان جو اعلان ڪيو ويندو هيو. ان جو مطلب هيو ته ان تاريخ کان پوءِ ڪنهن به قسم جو ٻيو محصول ۽ ناڪو وصول نه ڪيو ويندو.(2)

1836ع ۾ حيدرآباد جو اندروني واپار هيٺين شين تي مشتمل هيو: (3)

| نمبر | شين جو نالو | دوڪان جو تعداد | واپارين جو تعداد |
|---|---|---|---|
| * | اناج | 40 | 300 |
| * | ڪپڙو | 100 | 425 |
| * | زيور ٺاهيندڙ | 7 | 13 |
| * | ڏاڳو وغيره وڪڻندڙ | 3 | 7 |
| * | گهريلو سامان | 12 | 32 |
| * | سائي ڀاڄي وڪڻندڙ | 35 | 150 |

ميرن جي دور ۾ هڪڙو اهم محصول هيو جنهن کي ”ترازو ڍل“ چيو ويندو هيو. جيڪو اناج جي هر پنجن سيرن تي هڪڙي پائي جي حساب سان لاڳو هيو.(4) 1838ع ۾ حيدرآباد جون اهم درآمدات هيٺيون هيون: (5)

## بمبئي کان خاص طور برطانوي مال

| نمبر | شي جو نالو | قيمت روپيين ۾ |
|---|---|---|
| * | هرڪ، بافتو | 100000 |
| * | ڇيٽ جو ڪپڙو | 40000 |
| * | بخمل، اوني ۽ ٻيا ڪپڙا | 40000 |
| * | ٻيو مختلف ڪپڙو | 180000 |
| * | ڏاتو خاص ڪري ٽامو | 45000 |
| * | کنڊ ۽ مصالحا | 25000 |

## عربستان مان

| 1. | ڪتل، سڪو ميوو | 20000 |
|---|---|---|

**مارواڙ مان**

| # | شيءِ | رقم |
| --- | --- | --- |
| 1. | ڪپهہ | 20000 |
| 2. | ٻاڙهوءِ سفيد ٿلهو ڪپڙو | 10000 |
| 3. | جيپور ۽ احمدآباد جو ڪيمخواب | 25000 |
| **ڪڇ مان** | | |
| * | ڪپهہ ۽ مقامي شيون خاص طور تي ٿلهو ڪپڙو | 85000 |
| * | عاج | 10000 |
| **شڪارپور کان** | | |
| * | ڪابل جو ريشمي ڌاڳو | 5000 |
| * | قلاتي مجٺ | 30000 |
| * | سڪل ميوو | 5000 |
| * | ديسي آفيم | 5000 |
| **ملتان ۽ بهاول پور کان** | | |
| * | ريشم | 30000 |
| * | گربي گلبدن | 75000 |
| سمورو ٽوٽل | | 420000 |

سنڌونديءَ مان ماريل پلو مڇي گهڻي قدر شهر ۾ وڪجي ويندي هئي. سنڌ فتح ڪرڻ ۽ حيدرآباد تي قبضو ڪرڻ ڪانپوءِ انگريزن حبشي ماڻهن جو سنڌونديءَ ذريعي غلام طور واپار ختم ڪري ڇڏيو.(6) انهن اهو بہ اعلان ڪيو تہ سامان جي گذارڻ تي بہ محصول ختم ڪيو ويندو. دراصل، بهرحال، اهي سامان گذارڻ وارا محصول 1845ع تائين جڏهن اهي ختم ڪيا ويا، مختلف نالن سان جيئن ”شهري چنگي“ طور جاري رهيا.(7) 44-1843ع تائين حيدرآباد ۾ ناڪو موجود هيو. هُنڊي جو

ڪاروبار به ٿيندو رهيو، ڇوته سر چارلس نيپئر به اها سهوليت استعمال ڪندو هيو.(8)

برطانوي ماڻهن پنهنجي سنڌ فتح ڪرڻ واري اصل مقصد کي نظر ۾ رکندي پنهنجي واپار کي وڌائڻ لاءِ گاديءَ واري هنڌ کي حيدرآباد مان ڪراچي منتقل ڪيو، ڇوته ڪراچي ساموندي بندر هجڻ ڪري سٺي ڪم اچي سگهيو ٿي. ڪراچي ۽ حيدرآباد جي وچ ۾ واپار ٻيڙن ذريعي، جيڪي سنڌونديءَ ۽ عربي سمنڊ ۾ هلندا هيا، يا قافلن ذريعي جاري رهيو. بهرحال، جڏهن ڪراچي ۽ ڪوٽڙيءَ جي وچ ۾ 1861ع ۾ ريلوي لائين کُلي وئي ته ٽڪائيندڙ ڏکيائون ۽ تڪليفون دور ٿي ويون. انهيءَ بندوبست سان سمنڊ ۽ نديءَ وارو رستو 230 ميلن مان گهٽجي 180 ميل ٿي ويو ۽ سفر جو وقت به هڪڙي هفتي مان گهٽجي ڪجهه ڪلاڪن جو ٿي ويو.(9) البت، ڪوٽڙي ۽ حيدرآباد جي وچ ۾ سامان ٻيڙين تي نديءَ ذريعي آندو ويندو هيو. ان ڳالهه اجا تائين واپار کي متاثر ٿي ڪيو ڇوته 1863ع ۾ ڏنو ويو ته ٻن ميلن تائين ٻيڙين جي ڏکهي قطار ريلوي لاءِ پنهنجو سامان لاهڻ لاءِ واري جو انتظار ڪري رهي هئي.(10) ان تڪليف مان تڏهن جان ڇڏائي وئي جڏهن 1900ع ۾ ڪوٽڙي پل تعمير ٿي ۽ حيدرآباد کي ريلوي لائين ذريعي ڪوٽڙي سان ملايو ويو. 1904ع تائين بدين ريلوي لائين پڻ تعمير ٿي.(11)

ان مرحلي تي حيدرآباد سڀني طرفن کان ريل، روڊ ۽ ندي ذريعي ملڪ سان ڳنڍجڻ ڪري واپار لاءِ اهم مرڪز ٿي ويو. ان ڳالهه خاص طور تي ٻاهرين دنيا جي واپار کي موقعو فراهم ڪيو. نيرون ڪوٽ جي پراڻي تاريخ ۽ ان کان پوءِ حيدرآباد جي تاريخ عوام ۾ هڪ نفسياتي تحريڪ پيدا ڪئي، جنهن جو نتيجو اهو ٿيو ته انهن جي دل ۾ نظرين جي توسيع ۽ بحري سفر جو ذوق ۽ شوق موجزن ٿيڻ لڳو. تنهنڪري هڪڙي نئين برادري وجود ۾ آئي جنهن کي "سنڌورڪي" سڏيو ويو.

انهن ”سنڌورڪي“ ماڻهن کي دنيا جي اهم ملڪن جي مختلف شهرن ۾ پنهنجي واپار ۾ مصروف ڏٺو ويندو هيو.

سنڌونديءَ ۾ اجا تائين ٻيڙيون هلنديون رهن ٿيون. انهن مان گهڻيون باهہ ٻارڻ لاءِ لئي جون ڪاٺيون ۽ عمارتي ڪاٺ حيدرآباد ڊويزن جي هيٺين علائقي مان آڻينديون هيون. لئي جا ڇهبڪ ڪارا ٺاهڻ لاءِ بہ استعمال ڪيا ويندا آهن, جيڪي گدو وٽ نديءَ جي ڪناري تي ٺهندا آهن.

حيدرآباد شهر ۾ ٿرپارڪر, حيدرآباد, ٺٽو ۽ دادو ضلعن جي پيداوار گُهرائي واپار ڪيو ويندو آهي. ان کان سواءِ ٻيون گهڻيون شيون پاڪستان جي ٻين شهرن ۽ ٻاهرين ملڪن مان ايندڀون آهن, جن ۾ مردان جو تماڪ ۽ مشرقي پاڪستان مان ٻيڙين جا پن بہ شامل آهن.

حيدآباد شهر جي پنهنجي پيداوار, يعني سادو ڪپڙو, سيمنٽ, چمڙو, جوتا, بليڊ, هيوم پائيپ وغيره ٻاهر موڪليا ويندا آهن. ان کان علاوه, پرپاسي وارين ٻهراڙين جي پيداوار يعني چانور, ڪڻڪ, ڪپهہ وغيره بہ ٻاهر موڪليا ويندا آهن.[1]

---

[1] باب جي آخر ۾ مٿي آيل آخري بہ پيراگراف انگريزي مسودي ۾ شامل ڪونہ هيا, لڳي ٿو تہ اهي اردو ترجمي ۾ اضامي معلومات طور شامل ڪيا ويا آهن. (سنڌيڪار).

## باب اٺون

# سِڪو، تور ۽ ماپ

**سڪو:** جيئن تہ سنڌ تي مختلف شاهي گهراڻن جي حڪومت رهي آهي، ان ۾ پنهنجي تاريخ جي مختلف دورن ۾ مختلف قسم جا سڪا پڻ رائج ٿيا آهن. جيڪي ماڻهو ٻاهران آيا، اهي پاڻ سان پنهنجا سڪا کڻي آيا، جيڪي عام طور تي سون يا چانديءَ جا هيا ۽ اهي قيمت جي مُهر ۽ ان ۾ شامل قيمتي ڌاتوءَ جي نسبت سان تبديل ٿيندا هيا. ان حوالي سان ايران، افغانستان، مسقط، عربستان ۽ انگلئنڊ جي سڪن جو ذڪر ڪري سگهجي ٿو. هڪڙو زمانو هيو جڏهن حيدرآبادي "هُنڊين" کي بنا هٻڪ جي نقد سڪن لاءِ قبول ڪيو ويندو هيو. اها ڳالهہ سوداگري ۽ واپاري تعلقات ۾ واپارين جي سٺي اخلاقي معيار جي نشاندهي ڪري ٿي.

1828ع ۾ ميرن حيدرآباد ۾ سڪن ٺاهڻ جي هڪڙي ٽڪسال قائم ڪئي. ميرن جي دور وارو روپيو ايسٽ انڊيا ڪمپني جي روپيي جي 2/3 برابر هيو. ٽالپورن جي دور ۾ استعمال ٿيندڙ سڪا هي هيا:

1. ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جو روپيو
2. ڪورا روپيو – ايسٽ انڊيا ڪمپني جي روپئي کان 25 سيڪڙو گهٽ.
3. ڪساني روپيو – ايسٽ انڊيا ڪمپني جي روپئي جو اڌ.

ميرن جي دورن ۾ پيسن جا ننڍڙا حصا بہ استعمال ٿيندا هيا. مثال طور، آڌيو ڪسيرو، دمڙي ۽ ڪوڙي. 60 ڪوڙيون هڪڙي پيسي جي برابر هيون. اهي ننڍڙا حصا استعمال ۾ هيا، ڇوتہ ان زماني ۾ ناڻي جو اگهہ اڄوڪي اگهہ کان تمام گهڻو هيو. اهو اندازو لڳايو ويو آهي تہ تي سو سال اڳ واري روپئي جو اگهہ هن وقت چاليهين حصي ۽ 1768ع ۾

جڏهن حيدرآباد جو بنياد رکيو ويو هيو، ان جو جيڪو اڳهه هيو ان جو سئون حصو تائين هيٺ ٿي ويو آهي. 1843ع ۾ انگريزن جڏهن سنڌ تي قبضو ڪيو تہ ان وقت جي اڳهه کان ٻارهين حصي تي لهي آيو آهي.

سڪا: ڪوڙي، دمڙي، ڪسيرو، آڌيلو پائي، آنو ۽ روپيو:

| | | |
|---|---|---|
| ساڍا ست ڪوڙيون | برابر | هڪ دمڙي(1) |
| 2 دمڙيون | برابر | هڪ ڪسيرو |
| 2 ڪسيرا | برابر | هڪ آڌيلو |
| 2 آڌيلا | برابر | هڪ پيسو |
| 4 پيسا | برابر | هڪ آنو |
| 16 آنا | برابر | هڪ روپيو |

مطلب تہ ان زماني ۾ هڪڙي روپئي ۾ 3840 ڪوڙيون هيون.(2) ان زماني ۾ هڪڙو ٻيو بہ سڪو رائج هيو، جنهن کي "ڏوڪڙ" چوندا هيا ۽ اهو هڪ روپئي جي چاليهين حصي جي برابر هيو.(3) بعد ۾ برطانوي حڪومت پنهنجا سڪا جاري ڪيا. مثال طور، گيني، روپيو، اٺ آنا، چار آنا، ٻہ آنا، هڪ آنو، ٽڪو (ٻہ پيسا)، پيسو.

1873ع تائين روپيو ٻہ شلنگ جي برابر هيو ۽ ان سڪي ۾ 165 گرين خالص چاندي هوندي هئي. چانديءَ جي قيمت گهٽجڻ ڪري بدلي ۾ روپئي جي قيمت بہ 1873ع کان پوءِ گهٽجڻ لڳي، تان جو اهو هڪ روپيو برابر هڪ شلنگ واري گهٽ قيمت تي پهچي ويو. روپئي جي ان گهٽجندڙ قيمت تي نظرداري ڪرڻ لاءِ 1893ع ۾ چانديءَ جي سڪن کي مفت ٽاهڻ وارين ٽڪسالن کي بند ڪيو ويو. تنهنڪري، محدود گردش جي نتيجي ۾، بدلي ۾ روپئي جي قيمت وڌڻ لڳي ۽ 1899ع ۾ 15 روپيا هڪڙي پائونڊ ۾ ٿي ويا. ائين چئجي تہ 1899ع جا ٿي روپيا 1873ع جي ٻن روپين جي اڳهه جا ٿي ويا.(4) ان کان پوءِ روپئي جو اڳهه ٿورو وڌڻ لڳو ۽ سرڪاري طور تي هڪ روپيو ڏيڍ شلنگ جي برابر مقرر ڪيو ويو. اهو اڳهه 1949ع ۾ وري تبديل ٿي ويو، جڏهن برطانيہ پائونڊ

جي قيمت گهٽائي ڇڏي ۽ پاڪستان حڪومت ائين نہ ڪيو تہ هڪ روپيو ٻہ شلنگ ۽ 9 پينسن جي برابر ٿي ويو.

1955ع ۾ پاڪستان پڻ پنهنجي روپئي جو اڳهہ گهٽائي ڇڏيو ۽ اهو هاڻي وري ڏيڍ شلنگ جي برابر ٿي ويو آهي.

هن وقت سڪي جي نوعيت هي آهي:

1. **ڪاغذي نوٽ:** (الف) 100 روپيہ جو نوٽ، (ب) 10 روپيہ جو نوٽ، (ت) 5 روپيہ جو نوٽ، ۽ (ث) هڪ روپيہ جو نوٽ. هڪ روپئي جا نوٽ مرڪزي حڪومت جاري ڪندي آهي، جڏهن تہ ٻيا نوٽ اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جاري ڪندي آهي.

2. **سڪا:** (الف) هڪ روپيو جيڪو پاڪستان جو معياري سڪو آهي.

(ب) 8 آنا، 4 آنا، ٻہ آنا، هڪ آنو ٽڪو (ٻہ پئسا)، ۽ هڪ پئسو جيڪي ريزڪي سڪا آهن.

**وزن ۽ ماپ:** ان زماني جي وزن ۽ ماپ جا ماڻ اڄوڪن وزن ۽ ماپ جي ماڻن کان ڪنهن حد تائين مختلف هيا. تفصيل هي آهي:

(الف) تورڻ جو ماڻ:

5 تولا برابر هڪ آنو

4 آنا برابر هڪ پاءُ

4 پاءُ برابر هڪ سير

40 سير برابر هڪ مڻ

(ب) ماپڻ ذريعي تور جو ماڻ:

4 چوٿاڙ برابر هڪ پاٽي

4 پاٽيون برابر هڪ ٽويو

4 ٽويا برابر هڪ ڪاسو

2 ڪاسا برابر هڪ مڻ (ڇڙهيل اناج)

اڍائي ڪاسا برابر هڪ مڻ (اڻ ڇڙهيل اناج)

20 مڻ ساريون (ساريون) برابر هڪ خرار
24 مڻ ڪٽڪ ـ جَوَ برابر هڪ خرار
(ت) ڪپڙي جي ڊيگهه ماپڻ جو ماڻ:
4 آڱر برابر هڪ چاڙڪي
4 چاڙڪيون برابر هڪ هٿ
ڏيڍ هٿ برابر هڪ وال (ٽي فوٽ)
(ث) زمين جي ننڍين ٽڪرن کي ڊيگهه ۾ ماپڻ جو ماڻ:
3 نريون برابر هڪ وال (4 فوٽ)
(ج) ايراضي جي ماپ:
5 هٿ (ٿونٺ کان آڱرين تائين) برابر هڪ ڪانو
4 ڪانا ويڪر (منڍو) ۽ 5 ڪانا ڊيگهه (لام)
برابر هڪ ويسو (گهنٽو)
20 ويسا (گهنٽا) برابر هڪ جريب
2 جريب برابر هڪ ايڪڙ
(ح) نفيس ۽ قيمتي ڌاتو (سون، چاندي وغيره)
جي وزن ڪرڻ لاءِ ماڻ:
4 مڱ برابر هڪ رتي.
8 رتيون برابر هڪ ماسو
12 ماسا برابر هڪ تولو

## باب نائون

# ماليات (ناڻو)

حڪومت جي ماليت مان صرف حيدرآباد شهر جي ماليت کي الڳ ڪرڻ ڏکيو آهي، پر اهو چئي سگهجي ٿو تہ ميرن وٽ رقم جي صورت ۾ تمام گهڻو ناڻو ۽ موتين، هيرن، زمرد وغيره جي صورت ۾ ٻيون قيمتي شيون بہ هيون، جن مان ڪجهہ سونهن جي لاءِ هٿيارن تي جڙيل هيون. 1843ع ۾ برطانيہ طرفان امير ماڻهن جي جائداد جو ڪيل تخمينو اندازن 10 لک پائونڊ هيو.(1)

ٽالپورن جي دور ۾ هيٺيان محصول وصول ڪيا ويندا هيا، جيڪي چيبلاٽي صاحب برٽن جي گڏ ڪيل معلومات مان ڪڍي حوالي طور پيش ڪيا آهن:(2)

1. پيشڪشِ مهاجن: اهو محصول واڻين کان واپاري مراعاتن جي عيوض ورتو ويندو هيو جيڪو 5 کان 10 روپيہ ساليانو هيو.

2. سرشماري: اهو 31 روپيہ ساليانو محصول هيو جيڪو ڪٽين، ڏوٻين، ڊڪڻن، ٻين هنرمندن ۽ رازن کان ورتو ويندو هيو.

3. دلالي: اهو ماهانو محصول هيو جيڪو انهن دلالن کان اڳاڙيو ويندو هيو جن کي دلالي ڪرڻ جي اجازت هئي.

4. هوائي: هي محصول ان سامان تي ملندو هيو جيڪو ٻڏي ويل يا ڀڳي پيل جهازن مان بچائي ڪڍيو ويندو هيو ۽ حڪومت جي حوالي ڪيو ويندو هو.

5. اجاراپٽا: انهن مسافرن کان هي محصول ورتو ويندو هيو جيڪي آگبوٽ استعمال ڪندا هيا.

6. ترازو: هي محصول ان اناج، ميون، سبزي ۽ ڪاٺ خوراڪ وارين شين تي لڳندو هيو، جيڪي بازار ۾ وڪري لاءِ آنديون ويندديون هيون. سراسري محصول پنجن سيرن تي هڪ پئسو هيو.

7. شڪارِ ماهي: اهو محصول ميربحرن کان ورتو ويندو هيو. اهي جيڪا مڇي پڪڙيندا هيا، ان جو ٽيون يا اڌ حصو ادا ڪرڻو هوندو هيو.

8. ٻيڙيءَ جي سلامتي: اهو محصول ٻيڙي صحيح سلامت ڪناري تي پهچڻ تي ورتو ويندو هيو.

9. جانور: اهو محصول گهوڙي، اُٺ، ڳئون، گڏهه يا خچر جي وڪري ڪرڻ وقت هڪ آنو هڪ جانور جي حساب ورتو ويندو هيو.

10. ريزڪي: هي محصول ريزڪي وڪري وارين شين تي ورتو ويندو هيو. هر خريدار هڪ روپيو تي هڪ آنو حڪومت کي ادا ڪندو هيو. جيڪڏهن خريداري هڪ سو روپيہ کان وڌيڪ هوندي هئي تہ پنج سيڪڙو ادا ڪرڻو هوندو هيو. البت، اميرن کي چار سيڪڙو جي رعايت هئي.

11. گتو، شراب: هي محصول گتن ۽ شراب خانن جي نفعي تي ورتو ويندو هيو.

12. اميني: اها تڪرارن جو نبرو ڪرڻ واري ٽياڪڙ جي مزدوري هئي.

1843ع ۾ حيدرآباد جي پهرين ڪليڪٽر مسٽر رٽ بورن هي ٽيڪا ڏنا (الف) مڇي مارڻ، (ب) شراب، ۽ (ت) ميونسپالٽي جا محصول.(3) جيئن ئي نديءَ ذريعي حيدرآباد ۾ سامان لهندو هيو تہ سامان جي وڪري تي محصول اوڳاڙيا ويندا هيا. سرچارلس نيپئر جي دور ۾ آڪٽراءِ ۽ بند جو محصول اوڳاڙيا ويندا هيا. توڙي جو راهداري محصول ختم ڪيا ويا هيا، پر 1843ع کان 1845ع تائين ڳاٽي ٽوڙ ”شهري محصول“ جاري رهيا.

مقامي حڪومت يعني حيدرآباد ميونسپالٽي جيڪا 1853ع ۾ قائم ٿي، جي ماليت جو تخمينو ڏئي سگهجي ٿو. ان جي مکيه آمدني هيٺين ذريعن سان ڪمائي ويندي هئي:

1. ناڪي وارو محصول　　2. گاڏين تي محصول
3. عام صفائي جو محصول　　4. پائي جو محصول
5. مسواڙ　　6. زمين جو وڪرو
7. مارڪيٽ ۾ ڪوس گهر جي في، وغيره.

ان جو خاص خرچ هيٺين ڳالهين تي هيو:

1. عام صفائي، 2. تعليم، 3. اسپتالون، 4. روڊ، رستا، 5. روشني، 6. پارڪن ۾ راند جي ميدانن جي سارسنڀال، وغيره.

55 ـ 1854ع کان حيدرآباد ميونسپالٽي جي ڪجهه سالن جي آمدني ۾ خرچ هيٺين ريت آهي:

| نمبر | سال | آمدني (روپين ۾) | خرچ (روپين ۾) |
|---|---|---|---|
| .1 | 1854_55 | 11,483 | 6,751 |
| .2 | 1870_71 | 71,539 | 62,975 (4) |
| .3 | 1895_96 | 240,227 | 186,470 |
| .4 | 1905_06 | 224,488 | 195,931 |
| .5 | 1915_16 | 397,989 | 328,987 (5) |
| .6 | 1946_47 | 25,08,300 | 22,38,214 |
| .7 | 1954_55 | 32,98,410 | 32,36,668 (6) |

ڇاٽوٽيءَ جو علائقو الڳ سان ڪئنٽونمنٽ بورڊ جي انتظام هيٺ آهي. ان جي 04 ـ 1903ع ۾ آمدني 43,000 روپيه ۾ خرچ اٽڪل 33000 روپيه هيو.(7)

## باب ڏهون

# بئنڪ واري نظام جي ترقي

پراڻي زماني ۾ ڏيتي ليتيءَ جو رواج ايئن ڪونہ هيو جيئن اڄ ترقي يافتہ شڪل ۾ آهي. شاهوڪار سونارا ۽ واپاري ان ڪي بي قاعدي هلائيندا هيا. جنهن وٽ بہ واڌو دولت هوندي هئي تہ اهو گهر ۾ لڪائي رکندو هيو يا شهر ۾ ڪنهن شاهوڪار پر ايماندار ماڻهوءَ وٽ حفاظت لاءِ امانت ڪري رکندو هيو. هن ڪان علاوه، هُنڊي جو سلسلو بہ عام هيو، جيڪو هاڻي بل آف ايڪسچينج ۾ تبديل ٿي ويو آهي. بئنڪ جو اهو بي قاعدي نظام هُنڊي جي عام استعمال سان، هڪڙو واپاري ٻئي واپاري ڏانهن جاري ڪندو هيو جيڪو حيدرآباد ۾ عام هيو. جڏهن سرچارلس نيپئر سنڌ فتح ڪئي تہ ايسٽ انڊيا ڪمپني بل آف ايڪسچينج جاري ڪيا ۽ سرچارلس نيپئر ڪي پڻ اجازت ڏني تہ وڏيڪ خرچن جو پورائو ڪرڻ لاءِ بمبئي حڪومت جي لاءِ بل آف ايڪسچينج جاري ڪري.(1)

سرڪاري خزاني جو نظام پڻ رائج ٿيو جتي سرڪار جي سموري آمدني جمع ڪرائي ويندي هئي ۽ سڀ ادائگيون اتان ٿينديون هيون.

بهرحال، اهو 16 نومبر 1907ع تي ٿيو جو ”بئنڪ آف بمبئي“ جي نالي سان حيدرآباد ۾ پهرين بئنڪ کولي وئي. 1920ع ۾ ان بئنڪ جو نالو ”امپيريل بئنڪ آف انڊيا“ ۾ تبديل ٿي ويو. 1 جولاءِ 1955ع ڪان هن بئنڪ جو نالو تبديل ڪري ”اسٽيٽ بئنڪ آف انڊيا“ رکيو ويو. ان جي مرڪزي آفيس سدائين بمبئي ۾ رهي آهي.

ٻي بئنڪ جيڪا حيدرآباد ۾ 1921ع ۾ قائم ڪئي وئي، اها ”سنڌ پراونشل ڪوآپريٽو بئنڪ لميٽيڊ“ هئي، جنهن جي مرڪزي آفيس

ڪراچي ۾ هئي. ٽين بئنڪ جيڪا جولاءِ 1933ع ۾ قائم ڪئي وئي، اها "حيدرآباد زميندار ي ڪوآپريٽو بئنڪ لميٽيڊ" هئي. 1936ع ۾ ان جو نالو تبديل ڪري "لوئر سنڌ زميندار ي ڪوآپريٽو بئنڪ" رکيو ويو. حيدرآباد ۾ چوٿين بئنڪ اپريل 1934ع ۾ کولي وئي، اها "سينٽرل بئنڪ آف انڊيا" جنهن جي مرڪزي آفيس بمبئي ۾ هئي. حيدرآباد ۾ 1934ع ۾ جيڪا پنجين بئنڪ قائم ڪئي وئي، اها "حيدرآباد مرڪنٽائيل ڪوآپريٽو بئنڪ" هئي. 1950ع ۾ ان جو نالو تبديل ڪري "مرڪنٽائيل ڪوآپريٽو بئنڪ" رکيو ويو ۽ وري 1953ع ۾ "سنڌ مرڪنٽائيل ڪوآپريٽو بئنڪ" رکيو ويو.

بئنڪن جو تعداد هاڻي وڌي 11 تي ويو آهي. تفصيل هي آهي:

| نمبر | بئنڪ جو نالو | کلڻ جي تاريخ | هيڊ آفيس |
|---|---|---|---|
| * * | اسٽيٽ بئنڪ آف انڊيا | 1907 – 11 – 15 | بمبئي، مدراس، بنگال |
| * | سنڌ پراونشل ڪوآپريٽو بئنڪ | 1921 | ڪراچي |
| * | لوئر سنڌ زميندار ي ڪوآپريٽو بئنڪ | 1933 | حيدرآباد |
| * | سينٽرل بئنڪ آف انڊيا | 1934 | بمبئي |
| * | سنڌ مرڪنٽائيل ڪوآپريٽو بئنڪ لميٽڊ | 1934 | حيدرآباد |
| * | حبيب بئنڪ لميٽيڊ | 1948 – 9 – 23 | ڪراچي |
| * | تعلقا ڪوآپريٽو بئنڪ لميٽيڊ | 1948 | حيدرآباد |
| * | نيشنل بئنڪ آف پاڪستان | 1951 - 8 – 23 | ڪراچي |

| * | مسلم ڪمرشل بئنڪ | 1951 – 10 – 17 | ڪراچي |
|---|---|---|---|
| * | سٽي ڪوآپريٽوبئنڪ | 1954 – 1 – 9 | حيدرآباد |
| * | دي پرويز بئنڪ | 1954 | حيدرآباد |

هيٺين بئنڪن ڪم شروع ڪيو هيو پر ڪامياب نہ ٿيڻ ڪري بند ٿي ويون:

1. دي آسٽريليشيا بئنڪ لميٽيڊ
2. دي خداآباد عامل ڪوآپريٽو بئنڪ لميٽيڊ
3. دي اورينٽل ڪوآپريٽو بئنڪ لميٽيڊ
4. دي سيف بئنڪ لميٽيڊ
5. دي سنڌ نيشنل بئنڪ لميٽيڊ

## باب يارهون

# پاڻيءَ جو نظام ۽ زراعت

سنڌ ۾ قديم زماني کان مصنوعي واهن جي ذريعي پاڻي سان پوکي راهي ٿيندي هئي.(1) حيدرآباد ۾ ۽ ان جي چوڌاري زمينن کي ڦليلي واهه ۽ واڏو واهه ذريعي پاڻي ڏنو ويندو هيو. ڪچي جي علائقي ۾ سنڏونديءَ جي ٻوڏ يا سمر وسيلي پاڻي پهچندو هيو. هن وقت آبپاشي جو هيٺيون طريقو رائج آهي:

1. موڪي،
2. چرخي مدد موڪي،
3. بوسي،
4. ٻوڏ

ڦليلي ۽ حيدرآباد شهر جي اوڀرندي لاهوندي جي وچ واري ايراضي ۾ سبزي جي پوک کي گندي نالي ۽ ڦليلي مان پاڻي ڏنو ويندو آهي. ڦليلي جي ڪاٻي ڪپ سان موجود باغن، سبزي جي پوک ۽ زمين کي ڦليلي واهه مان پاڻي ڏنوويندو آهي. شهر جي اولهندي طرف وارين زمينن کي واڏو واهه مان پاڻي ڏنو ويندو آهي. سنڌونديءَ جي ڪاٻي ڪپ سان ٽنڊو نور محمد پرسان باغن، سبزي جي پوک ۽ زمين کي نديءَ مان پمپن ذريعي ڇڪيل پاڻي ڏنو ويندو آهي. جڏهن آبڪلاٽي جي موسم ۾ ندي تمام گهڻو مٽي ڀرجي وهندي آهي ۽ زمين کي آلو ڪري ڇڏيندي آهي ته ڪچي جي علائقي کي ٻوڏ جو پاڻي ملندو آهي.

حيدرآباد ۾ باغن جي تاريخ گهڻو پراڻي آهي. پوسٽن لکي ٿو ته 1843ع ڌاري حيدرآباد ۾ باغيچا گهڻو آسائش وارا هيا ۽ گرمي جي مهينن جي شروعات ۾ پوري ملڪ ۾ گل، جن ۾ خاص ڪري گلاب جا

گل، فراهم ڪيا ويندا هيا.[2] فوجي دستن کي تازي سبزي مهيا ڪرڻ جي لاءِ 1847ع کان اڳ ۾ سر چارلس نيپئر طرفان يا ان جي زيرانتظام گدوءَ جي ڀرسان ”دي اڪانامڪ گارڊن“ نالي هڪڙو باغ قائم ڪيو ويو هيو.[3] ان جي ايراضي 200 ايڪڙ تي مشتمل هئي ۽ ان ۾ انگور، آڙو، انب، صوف، شفتالو، نارنگي، انجير، زيتون وغيره پيدا ٿيندا هيا ۽ وٽڪار وارا وڻ هوندا هيا. ان باغ کي پوءِ ”داس باغ“ نالو ڏنو ويو. ان کان پوءِ ”پير الاهي بخش گارڊن“ ۽ هاڻي ”ميونسپل باغ“ سڏجي ٿو.

ٻيو باغ جنهن کي اصل ۾ ”پيٽنس گارڊن“ سڏيو ويندو هيو. اهو پوءِ ريلوي اسٽيشن جي ڀرسان قائم ڪيو ويو هيو. ان کي هاڻي ”مير غلام علي خان ٽالپور گارڊن“ سڏيو وڃي ٿو. ڦليلي جي ڪناري ڀرسان ٽيون اهم باغ ”ڍولڻ داس باغ“ آهي.

1876ع ۾ حيدرآباد ۾ ٻيلي کاتي جو هڪڙو شعبو قائم ڪيو ويو.[4] مياڻي، ڪٽڙ ۽ حيدرآباد جي ڏکڻ ۾ ٻيلا هيا. جتي عمارتي ڪاٺ، ٻارڻ جون ڪاٺيون، مال جو چارو، لاک، چوڏا ۽ سائو گاهه پيدا ٿيندا هيا. ٻيلن ۾ خاص وڻ ٻٻر، ڪنڊي، ٻاهڻ، لئي ۽ ديوي جا وڻ هوندا هيا. سر آر برٽن جي عام تفصيل مان ثبوت ملي ٿو ته ٽنڊو نورمحمد جي ڀرسان 1876ع ۾ برطانوي ريزيڊنٽ جي رهائش گاهه وٽ ٻٻرن جا وڻ ۽ ٻصر پوکيا ويندا هيا. اهو وڌيڪ لکي ٿو ته ريزيڊنٽ جي رهائش گاهه ۽ ڪچي قلعي جي وچ واري ايراضي ۾ انجير، گدامڙي جا وڻ، شرم ٻوٽي، ڪنڊيدار ٻوٽا ۽ اڪ جا ٻوٽا ڦٽندا هيا.[5]

توڙي جو هتي پپيتا ۽ انگور پڻ پيدا ٿيندا هيا، پر حيدرآباد 1907ع [6] کان اڳ صوفن جي ڪري مشهور هيو. ان وقت هيٺيون سبزيون پيدا ٿينديون هيون: [7]

گوبي، گل گوبي، گوگڙو، بيزمتر، رانها، ٽماٽا، چقندر، ٻصر ۽ پالڪ.

موجوده وقت ۾ حيدرآباد ۽ ان سان لڳولڳ آبادي ۾ هيٺيون زرعي پيداوار ٿين ٿيون:

اهم فصل: ڪڻڪ، جوار ۽ ٻاجهري.
ميوا: انب، انگور، زيتون، ڪمند، ليما.
سبزيون: پالڪ، بصر، ٽماٽا، ڀينڊيون، گجرون ۽ واڱڻ.
مصالحا: ڏاٽا ۽ مرچون.
گاهه: لوسڻ، برسينگ وغيره.
حيدرآباد جي گهٽي خوبصورت ۽ خاص جاءِ غلام محمد بيراج جي تعمير آهي. ان بيراج جو سنگ بنياد فيبروري 1950ع ۾ پاڪستان جي ان وقت جي گورنر جنرل خواجا ناظم الدين رکيو هيو ۽ ان جو افتتاح 15 مارچ 1955ع تي پاڪستان جي ان وقت جي گورنر جنرل غلام محمد ڪيو هو. ان بيراج جا 44 لوهي دروازا آهن، جن مان هرهڪ 60 فوٽ ويڪرو آهي ۽ ڪوٽڙي کان ساڍا 4 ميل اتر طرف سنڌونديءَ تي واقع آهي. بيراج جي سموري منصوبي تي 24 ڪروڙ لاڳت آئي. هن بيراج مان هيٺيان چار واهه نڪرن ٿا:
1. ساڄي ڪپ تي ڪلري فيڊر.
2. کاٻي ڪپ تي:
(1) ڦليلي واهه، (2) پنجاري واهه (3) لائينڊ چينل.
اهو واضح ٿيڻ گهرجي ته پنجاري ۽ ڪلري، ٻئي اڳ سنڌونديءَ مان نڪرندڙ ڇاڙون هيون. ميرن جي دور ۾ پنجاري کي زراعت جي مقصد لاءِ استعمال ڪيو ويندو هيو. بهرحال، جڏهن کان درياءَ پنهنجو رُخ تبديل ڪيو هو ڪلري غير آباد هئي.(8)

# باب ٻارهون

## عوامي سهوليتون

برطانوي دور حڪومت ۾ عوامي سهوليتن جي بندوبست واري معاملي کي هٿ ۾ ڪنيو ويو. 1843ع ۾ سڀ کان پهريون ڪم انهن هي ڪيو جو قلعي جي چئني طرفن ۾ جيڪي گندي پاڻي جا تلاءَ هيا، انهن کي صاف ڪرايو.(1) 1853ع ۾ حيدرآباد ميونسپالٽي قائم ڪئي وئي هئي.

1. واٽر سپلاءِ: قليلي واهه مان هڪڙي واهي کوٽي وئي، جنهن وسيلي پيئڻ ۽ ٻين مقصدن لاءِ پاڻي ايندو هيو. جيئن ته اهو بندوبست ٺيڪ ڪونه هيو، 1878ع ۾ ڄانوٽي جي علائقي لاءِ ۽ 1880ع ۾ شهر جي لاءِ -/4,70,000 روپيه جي لاڳت سان سنڌونديءَ مان پاڻي آڻڻ جو بندوبست ڪيو ويو.(2) 1909ع کان پوءِ هڪڙو نئون ترميم ٿيل منصوبو چار لک روپيه جي لاڳت سان عمل ۾ آندو ويو.(3) انهيءَ بندوبست ذريعي سنڌونديءَ مان پاڻي پمپن وسيلي گدو بندر وٽ 23 لک گيلن جي ٻن وڏين ٽانڪين ۾ آندو ويندو آهي. گپ يا مير ٽانڪين جي تري ۾ ويهي وڃڻ کان پوءِ پاڻي هڪڙي ڊڪيل پائيپ جي ذريعي قلعي کان هيٺ هڪڙي تلاءُ ۾ گڏ ڪيو ويندو آهي. ان تلاءُ مان پاڻيءَ کي مشين ذريعي مٿي قلعي تي ٺهيل وڏي حوض ۾ پهچايو ويندو آهي ۽ پوءِ پاڻي شهر ۾ پائيپن ذريعي موڪليو ويندو آهي. اهو سرشتو وقت به وقت سڌارا ڪرڻ سان اڄ تائين جاري رهندو آيو آهي. اصل ۾ اهو بندوبست هڪ لک ماڻهن کان به گهٽ آباديءَ لاءِ ڪيو ويو هيو پر هاڻي آبادي چار لکن تائين وڌي وئي آهي، جنهن جي نتيجي ۾ اهو ضرورتون پوريون ڪرڻ جي قابل ڪونهي. نه رڳو پاڻي گهرج کان گهٽ آهي، پر ڪڏهن ڪڏهن صاف به نه هوندو آهي. ان ڳالهه جي گهڻي ضرورت آهي ته پاڻي جي

صفائي لاءِ خاص ڌيان ڏنو ويچي ۽ سڄي سرشتي جو نئين سر بندوبست ڪيو ويچي تہ جيئن 4 لک آباديءَ جون گھرجون مناسب طريقي ۽ جديد نموني سان پوريون ڪيون وڃن. انهيءَ حوالي سان اهو مشورو ڏجي ٿو تہ پاڻي غلام محمد بئراج جي مٿئين پاسي کان آندو ويچي، جتي پاڻي جي ليول پورو سال جيڪا اچ گدو بندر وٽ آهي ان کان گھڻي مٿي هوندي، اها بہ رٿ ڏجي ٿي تہ ڪنهن خاص پلانٽ جي قائم ڪرڻ سان پاڻي جي صفائي لاءِ خاص منصوبو عمل ۾ آندو ويچي.

2. روشني ۽ بجلي: شروعات ۾ جڏهن حيدرآباد شهر جو بنياد رکيو ويو هيو تہ انهن ڏينهن ۾ جيئن عام هيو روشنيءَ جو بندوبست گھڻو بيڪار هيو. ان وقت بجلي ڪونہ هئي. تيل ۽ ڪپهہ جي وٽ سان ڏيئن جو عام رواج هيو. جڏهن تہ لالٽين جو استعمال هڪڙي نعمت هئي. جڏهن ميونسپالٽي قائم ڪئي وئي تہ انهن ڪاٺ جي ٿوڻين تي لٽڪايل لالٽين جي مدد سان گھٽين ۾ روشني جو انتظام ڪيو. 1919ع جو زمانو هيو جڏهن شهر ۾ پهريون ڀيرو بجلي جو رواج ٿيو. ڦليلي جي ڪناري پرسان هڪڙو بجلي گهر تعمير ڪيو ويو، جنهن ڪي وقت بہ وقت چڱو سڌاريندا رهيا آهن ۽ هاڻي ان جي پيداواري گنجائش 7000 ڪلوواٽ آهي. جلد هڪڙو واڌو بجلي گهر پڻ قائم ڪيو ويندو، جنهن جي پيداواري گنجائش 20000 ڪلو واٽ هوندي، جنهن سان نہ رڳو حيدرآباد شهر کي پر پرپاسي وارن ڳوٺن کي بہ بجلي مهيا ڪئي ويندي.

هن وقت بجلي گھرن ۾ روشني ڪرڻ ۽ ٻين ضرورتن، گھٽين ۾ روشني ڪرڻ ۽ ڪارخانن، مِلن، ڇاپي خانن ۽ سئنيما گھرن لاءِ مختلف مشينن کي هلائڻ لاءِ استعمال ٿئي ٿي.

3. گئس: تازو سوئي گئس جا پائيپ وڇايا ويا آهن ۽ اميد آهي تہ ڪارخانن ۾ استعمال لاءِ ۽ خانگي ضرورتن جي لاءِ مهيا ٿي ويندي، جيئن ئي اهو ڪم ٿي ويندو تہ بجلي گهر تي ڪافي حد تائين دٻاءُ گھٽجي ويندو.

4. صفائي ۽ ماحول جي حفاظت: ميونسپالٽي اختياري وارا صفائي ۽ ماحول جي حفاظت جي نگراني ڪري رهيا آهن. انهن وٽ نالن جي صفائي، روڊن کي ٻهاري ڏيڻ، گندين جاين کي صاف ڪرڻ ۽ جتي ضرورت هجي اتي ڪيڙا مار دوائون ڇٽڪائڻ لاءِ پنگين، جمعدارن ۽ صفائي جي نگهباني ڪرڻ وارن جي وڏي کيپ آهي. انهن حال ۾ مکين، مڇرن، ڪيڙن، مڪوڙن وغيره کي، ڊي ڊي ٽي پائوڊر ۽ پاڻي سان گاسليٽ ملائي، مارڻ لاءِ ملازمن جي هڪڙي واڌو کيپ ڀرتي ڪئي آهي.

گندو پاڻي نالن جي وسيلي گڏ ڪيو ويندو آهي ۽ شهر جي اوپرندي ۽ ڏکڻ واري پاسي ۾ سبزي جي پوک لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي، جتي مقامي آبادي جي ضرورت لاءِ سبزي جون زرخيز زمينون آباد ٿين ٿيون.

5. صحت: 1858ع يا اجا بہ اڳ ۾ برطانوي دور حڪومت ۾ سول اسپتال قائم ڪئي وئي هئي.(4) ان سان گڏ ٻيون ننڍيون اسپتالون پڻ شهرين جي فائدي لاءِ مختلف اهم علائقن ۾ قائم ڪيون ويون آهن. انهن مان گهڻيون انگريزي دوائن (ايلوپيٿڪ) وارو علاج جو طريقو ڪن ٿيون، جڏهن تہ انهن مان ڪجهہ يوناني ۽ هوميوپيٿڪ علاج جو طريقو استعمال ڪن ٿيون.

1871ع ۾ گدوبندر پرسان پاڳل خانو قائم ڪيو ويو هيو.(5)

آبادي کي مختلف وبائي ۽ وچڙندڙ بيمارين کان، مثال طور، ماتا، نمونيا ۽ دستن جون بيماريون، محفوظ رکڻ لاءِ انتظام ڪيا ويا آهن.

6. روڊ: شاهي بازار سان سڌائي ۾ بہ سڙڪون هڪڙي اوپر طرف سان ۽ ٻي اولهہ طرف سان وڃن ٿيون. ٽي وڏيڪ سڙڪون بہ ايتريون ئي اهم آهن. هڪڙي قلعي کان گدوبندر تائين وڃي ٿي ۽ ٻي گدوبندر کان شروع ٿي شهر جي اترطرف کان گذري ٿي. اصل ۾ اهو شاهي رستي جو هڪڙو حصو آهي جيڪو ڪراچي کان پشاور تائين وڃي ٿو. ٽين

سڙڪ قلعي کان شروع ٿي اوڀرندي طرف ڦليلي تائين وڃي ٿي. ٻيون بہ گهٽيون ننڍيون وڏيون گهٽيون آهن. بهرحال، اها ڏيان طلب ڳالهہ آهي تہ هن وقت روڊن رستن جي حالت اطمينان کان گهٽي خراب آهي. البت، ميونسپالٽي اختياري وارا انهن کي سڌارڻ جي لاءِ قدم کڻي رهيا آهن.

7. ٽرانسپورٽ: ريلوي سان گڏوگڏ سنڌ روڊ ٽرانسپورٽ جون بسون بہ هلن ٿيون. ڇڪڙا ۽ ٽانگا عام آهن. ٽيڪسيون بہ هلن ٿيون. ڪجهہ رستا بهتر ٽرانسپورٽ واري نظام لاءِ گهٽو سوڙها آهن، جن کي لازمي ويڪرو ڪرڻو پوندو.

8. تعليم: شهرين جي تعليم لاءِ، سنڌ يونيورسٽي، حڪومت، ميونسپالٽي، ڪئنٽونمنٽ بورڊ ۽ خانگي طور مختلف تعليمي ادارا هلائي رهيا آهن. تعليم جي ضرورت کي نظرانداز نٿو ڪري سگهجي.

باب تيرهون

# زندگي گذارڻ جو معيار

1768ع ۾ حيدرآباد جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ، جيئن الادريسي لکيو آهي ته نيرون ڪوٽ جا ماڻهو شاهوڪار هيا. مغلن جي دور ۾ روزمره جون شيون سستيون هيون ۽ ملازمن جون پگهارون به تمام گهٽ هيون. پيادي سپاهي کي 3 روپيه مهينو جڏهن ته گهوڙيسوار سپاهي کي 6 روپيه پگهار ملندي هئي. البت، سماجي خرچ پکي جي صحيح پس منظر کي پيش ڪرڻ لاءِ اهو گهڻو ضروري آهي ته ناڻي جي اگهه جو به گڏوگڏ ذڪر ڪيو وڃي. روپيو جيڪو سدائين معياري سڪو رهيو هيو. اگهه ۾ مختلف تبديلين مان گذريو هيو جيئن هيٺ ڏجي ٿو:

| نمبر | سال (1600ع بنيادي سال) | اگهه (قدر) جو تفصيل |
|---|---|---|
| * | 1600ع | 100 |
| * | 1650ع | 100.00 |
| * | 1729ع | 158.96 |
| * | 1807ع | 64.5 |
| * | 1802ع کان 1820ع | 25.9 |
| * | 1821ع کان 1830ع | 27.74 |
| * | 1831ع کان 1840ع | 24.94 |
| * | 1841ع کان 1850ع | 30.48 |
| * | 1851ع کان 1860ع | 30.20 |
| * | 1861ع کان 1870ع | 18.66 |

| 18.16 | 1871ع کان 1880ع | * |
| --- | --- | --- |
| 19.08 | 1880ع | * |
| 14.66 | 1890ع | * |
| 15.66 | 1901ع کان 1905ع | * |
| 14.14 | 1911ع | * |
| 9.94 | 1916ع | * |
| 7.34 | 1928ع | * |
| 14.89 | 1934ع | * |
| 13.01 | 1938ع | * |
| 2.5 | 1955ع | * |

(مٿيون تفصيل اندازي مطابق آهي)(1)

ان مان خبر پوي ٿي تہ هن وقت روپئي جو اگهہ (قدر) گهٽجي 1600ع جي چاليهين حصي تي پهتو آهي، ۽ 1768ع جي اگهہ جي 60 وين حصي تائين گهٽجي ويو آهي، جڏهن حيدرآباد جو بنياد پيو هيو ۽ 1843ع جي ٻارهين حصي تي پهتو آهي جڏهن حيدرآباد انگريزن فتح ڪيو.

ڪلهوڙن جي دور ۾ توڙي جو واپار ۽ صنعت سنڌ ۾ ترقي ڪئي، پر سماجي زندگي گذارڻ جو معيار گهڻو سستو هيو. 1768ع کان پوءِ جڏهن پوري سنڌ ۾ واپار ۽ صنعت زوال پذير هيا، اناج پوءِ بہ گهڻو سستو هيو. حيدرآباد جا ماڻهو مڇي، گوشت، سبزي، کير، ڏهي، ڪڻڪ، چانور، ٻاجهري ۽ جوار تي گذارو ڪندا هيا. شين جو اگهہ وزن تي ڪيترو ناڻو جي بجاءِ ناڻي ۾ ڪيترو وزن ملندو جي حساب سان مقرر هوندو هيو.

1776ع ۾ اناج جي هي قيمت هئي: (2)

1. ساريون روپئي ۾ ڏهہ سير.
2. ڪڻڪ روپئي ۾ 35 سير.

آخري ڪلهوڙن حڪمرانن جي دور ۾ ڪلهوڙن طرفان پرتي ڪيل هندو ملازمن کي ”عامل“ سڏيو ويندو هيو. اهو نالو عربي لفظ ”عمل“ مان نڪتل هيو. جنهن جي معنيٰ نوڪر يا ملازم آهي. انهن عاملن مان گدو نالي عامل هو. جنهن گدوبندر جو بنياد رکيو. ميرن جي دور ۾ گهڻو ڪري ساڳيون حالتون جاري رهيون، صرف سڪي جي صورت ۾ قيمتن ۾ معمولي اضافو ٿيو. ميرن طرفان مختلف جاگيردارن کان سپاهين لاءِ اوڳاڙي ويندڙ پگهار جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو: (3)

1. پيادي سپاهي لاءِ 2 آنا روزانو يعني مهيني ۾ 4 روپين کان به گهٽ.
2. گهوڙيسوار سپاهي لاءِ 4 آنا روزانو يعني مهيني ۾ 8 روپيه کان به گهٽ.

1808ع ۾ حيدرآباد جي باشندن جي گذاري لاءِ ڪمائي نوڪري، واپار، زراعت، ٽرانسپورٽ، مڇي ۽ مختلف ننڍين صنعتن مان ٿيندي هئي. 1832ع ۾ حيدرآباد جي پرسان ٽالپور حڪمرانن جي تفريح لاءِ هڪڙو شڪارگاهه هيو. حيدرآباد کان ٺٽي تائين اهڙا 30 شڪارگاهه هيا. (4)

1812ع کان 1850ع تائين اناج جي قيمت جو تناسب 15 آنا في من هيو. جڏهن ته ان دور ۾ مزدوري هيٺين ريت هئي: (5)

1. معمولي ڪاريگر 2 روپيه 8 آنا کان 3 روپيه مهينو.
2. هوشيار ڪاريگر 5 روپيه کان 6 روپيه مهينو.

ميسن جنهن 30 - 1829ع ۾ هيٺين سنڌ جو دورو ڪيو لکي ٿو: ”.....توڙي جو مان حيدرآباد ۾ ٽي يا چار مهينا رهيس، مون ڪڏهن به اتي ظلم ۽ استحصال جو ڪوبه عمل نه ڏٺو نه ٻڌو. ان جي برخلاف اتي جان ۽ مال جي مڪمل آزادي ۽ ضمانت هئي. کاڌ خوراڪ جون شيون ايتريون سستيون هيون جو مون مهيني ۾ ٽن روپين يا 5 شلنگ کان وڌيڪ خرچ نه ڪيو. (6)

44 ـ 1843ع ۾ جڏهن سنڌ برطانوي حڪومت هيٺ اچي وئي ته اهو ڏٺو ويو ته مير حڪمران گهڻو دولتمند هيا. قلعي اندر انهن جي گهرن مان هٿ آيل ملڪيت 10 لک پائونڊ هئي، جنهن ۾ 70 هزار پائونڊ صرف سرچارلس نيپئر جو حصو هيو.(7) اها ڳڻپ لازمي تمام گهٽ تخمينو سمجهي ويندي، ڇو ته سپاهين طرفان جيڪا ملڪيت لڪائي وئي هوندي، اها ظاهر ٿي نه سگهي هوندي. سرچارلس نيپئر جي ماهانه پگهار 8 هزار روپيه مقرر ڪئي وئي (8) ۽ ان سان گڏ 2500 روپيه ماهانه واڌو ٽنٽ نانگر الائونس.(9) 1843ع کان پوءِ جڏهن فوجي آفيسرن کي مختلف شهري عهدن تي مقرر ڪيو ويو ته انهن جون پگهارون 700 روپيه کان 1500 روپيه ماهانه تائين مقرر ڪيون ويون.(10) ميرن جي ڪارندن کي سرچارلس نيپئر ٻيهر پرتي ڪيو ۽ اهي ميرن جي حڪومت ۾ جيڪا ماهانه پگهار کڻندا هيا ان جو اڌ مقرر ڪيو ويو.(11)

سرچارلس نيپئر خانگي زندگيءَ ۾ ايترو ڪنجوس هيو جو لکڻ وارو ڪاغذ به قلف ڪنجي ۾ بند رکندو هيو.(12)

1896ع ۾ مختلف اناج جون قيمتون ۽ مزدوريون حيدرآباد ۾ هيٺ ڄاڻايل آهن: (13)

(الف) قيمتون:

| نمبر | جنس | قيمت | |
|---|---|---|---|
| * | ڪڻڪ | 12 سير في روپيه | هڪ مڻ 3 روپيه سوا 5 آنا |
| * | چانور | 10 سير في روپيه | هڪ مڻ 4 روپيه |
| * | ٻاجهري | 15 سير في روپيه | هڪ مڻ 2 روپيه ساڍا 10 آنا |
| * | جوار | 15 سير في روپيه | مڻ 2 روپيه ساڍا 10 آنا |
| * | چڻا | 14 سير في روپيه | هڪ مڻ 2 روپيه ساڍا 13 آنا |
| * | لوڻ | 13 سير في روپيه | هڪ مڻ 3 روپيه 1 آنو |

(ب) مزدوري:

| نمبر | ڪاريگر | مزدوري |
| --- | --- | --- |
| * | رازو | هڪ روپيه هڪ آنو روزانو |
| * | ڏکڻ - واڍو | هڪ روپيه ٻه آنا روزانو |
| * | زرعي مزدور | پنج آنا روزانو |

1915ع ۾ قيمتون ۽ مزدوري هيٺين ريت هئي:

(الف قيمتون:

| نمبر | جنس | قيمت | |
| --- | --- | --- | --- |
| * | ڪڻڪ | 8 سير في روپيه | هڪ مڻ 5 روپيه |
| * | چانور | 6 سير في روپيه | هڪ مڻ 6 روپيه ساڍا 10 آنا |
| * | ٻاجهري | 10 سير في روپيه | هڪ مڻ 4 روپيه |
| * | جوار | 11 سير في روپيه | هڪ مڻ 3 روپيه 10 آنا 2 پئسه |
| * | چڻا | 9 سير في روپيه | هڪ مڻ 4 روپيه 5 آنا 4 پئسه |
| * | لوڻ | 23 سير في روپيه | هڪ مڻ 1 روپيه 11 آنا 10 پيسه |

نوٽ: قيمتن ۾ مٿين واڌ پهرين مهاڀاري لڙائي ڪري ٿي هوندي.(14)

(ب) مزدوري

| مزدوري | ڪاريگر | نمبر |
|---|---|---|
| هڪ روپيہ 8 آنا روزانو | رازو | * |
| هڪ روپيہ 12 آنا روزانو | ڊکڻ - واڍو | * |
| 10 آنا روزانو | زرعي مزدور | * |

1955ع ۾ قيمتون ۽ مزدوري هيٺين ريت هئي:
ڪڻڪ في مڻ 12 روپيہ 8 آنا.
چانور في مڻ 25 روپيہ.
(ب) مزدوري.
مزدور 1 روپيہ 12 آنا کان 2 روپيہ روزانو.
ڪاريگر مزدور 3 روپيہ روزانو.
رازو 6 روپيہ روزانو.
ڊکڻ - واڍو 6 روپيہ روزانو.

ٽالپورن جي دور ۾ بلوچ سپاهين جي ڊريس سلوار، قميص (پهراڻ)، ٽوپي، گهيتلو بوٽ، ڳچيءَ ۾ مڻين واري ڏگهي تسبيح هيو. اهو بندوق، تلوار ۽ ڍال سان مسلح هوندو هيو ۽ ڪارتوسن جو هڪڙو ٿيلهو هوندو هيس.

عامل عام طور تي سنو لباس پائيندا هيا ۽ انهن مان ڪي فضول خرچ بہ هيا.(15)

تقريبن ۾ شراب جي بجاءِ کير استعمال ڪندا هيا.(16) ميرن ڪڏهن بہ شراب، ڀنگ يا ٻي ڪا نشي واري شئي استعمال ڪونہ ڪئي. انهن ڪڏهن چلم يا حقو بہ استعمال ڪونہ ڪيو.(17) جڏهن

مهمان ايندا هيا تہ پهريان انهن کي ٿانيڪو ڪري ويهاريو ويندو هيو ۽ پوءِ انهن کي شربت، نند ڙو ڦوٽو (ايلاچي)، سوپاريون وغيره پيش ڪيون ويندیون هيون. بعد ۾ ڪن ماڻهن شراب بہ پيش ڪرڻ شروع ڪيو. اڄ ڪلهہ چانهہ ۽ نہ هجڻ جي صورت ۾ شربت پيش ڪيو ويجي ٿو.

حيدرآباد ۾ هندن ۾ گڏيل آکهہ (ڪٽنب) وارو طريقو رواج ۾ هيو، پر 20 صديءَ جي شروعات کان ان سرشتي وکرڻ شروع ڪيو هو.

## باب چوڏهون

# خلاصو

حيدرآباد قلعو ساڳي جاءِ تي واقع آهي، جنهن تي قديم زماني ۾ نيرون ڪوٽ آباد هيو.

جنهن زماني ۾ محمد بن قاسم نيرون ڪوٽ تي حملو ڪيو تہ سنڌونديءَ ان جي اوڀرندي طرف کان وهندي هئي.

58 ـ 1757ع ۾ سنڌونديءَ پنهنجو وهڪرو تبديل ڪيو ۽ ان جاءِ کان اولهندي طرف وهڻ لڳي ۽ نيرون ڪوٽ کان اٽڪل 16 ميل اتر طرف نديءَ مان ڦليلي واهہ نڪتو. جيڪو نيرون ڪوٽ کان اوڀرندي طرف کان ڦرندي ڏکڻ طرف اٽڪل 10 ميلن جي مفاصلي تي واپس ندي ۾ ٿي پئي. ائين ان ايراضي دريائي جزيرو ٺاهيو. جنهن جي چوڌاري سنڌوندي ۽ ان جي شاخ ڦليلي هئي. ان سان گڏ اها بہ هڪڙي اهم حقيقت هئي تہ وچ ايراضي ۾ هڪڙي ننڍڙي ٽڪري موجود هئي جيڪا گنجو ٽڪر جو حصو هئي.

ان زماني ۾ سنڌ جا بہ مکيہ شهر ٺٽو ۽ نصرپور هيا، اهي شهر مختلف سياسي سببن ۽ سنڌ ۾ گهرو لڙائي جهڳڙن ڪري اڳيئي زوال پذير ٿيڻ لڳا هيا. واپار ۽ صنعت جيڪي مغلن جي دور ۽ ڪلهوڙن جي شروعاتي دور ۾ پنهنجي عروج تي هيا، اهي هاڻي مختلف سياسي ۽ اقتصادي سببن ڪري زوال پذير ٿي رهيا هيا. غلام شاهہ ڪلهوڙي جو دور لڙاين ۽ ڇڪتاڻ جو دور هيو. امن امان جو فقدان هيو. تنهنڪري حڪمران دادو ويجهو خداآباد جي بجاءِ ڪنهن مناسب ۽ محفوظ جاءِ لاءِ واجهائي رهيو هيو تہ اتي گاديءَ جو هنڌ قائم ڪري ۽ پوءِ امن امان کي بحال ڪرڻ جي ڪوشش ڪري، ان جي نظر ٽڪري تي ان جاءِ تي پئجي وئي، جتي ڪڏهن نيرون ڪوٽ آباد هيو ۽ جيڪو خوشقسمتيءَ

سان دريائي جزيري سان گهيريل هيو. ان اتي ئي اٽڪل 36 ايڪڙن جي ايراضيءَ تي 1768ع ۾ پڪين سرن جو قلعو ٺهرائي حيدرآباد شهر آباد ڪيو. ان پنهنجي گاديءَ جو هنڌ خدا آباد لڳ دادو مان حيدرآباد منتقل ڪيو.

اها حقيقت ان شخص جي اخلاقي بلنديءَ جو ثبوت آهي ته شهر آباد ڪرڻ کان پوءِ ان هن شهر تي پنهنجو نالو ڪونه رکيو پر ان تي حضرت علي عليه السلام جي نالي تي حيدرآباد نالو رکيو.[1] ٻين به ڪيترين مختلف متبادل جاين تي غور ڪرڻ کان پوءِ ان فوجي نقطه نظر کان پنهنجي گاديءَ جو هنڌ ان جاءِ تي قائم ڪيو.

غلام شاهه پنهنجي هڪڙي گدو نالي هندو ملازم کي رقم ڏئي حڪم ڪيو ته سنڌونديءَ تي هڪڙو بندر قائم ڪري. ان جاءِ تي ان هندوءَ جو نالو رکيو ويو ۽ گدوءَ جو ٽنڊو سڏبو هيو. اها اڄا تائين نالي جي ٿوري فرق سان گدوبندر طور قائم آهي . اتي به پتڻ قائم هيا.

**آبادي:** 1768ع ۾ حيدرآباد جي بنياد پوڻ کان پوءِ ان جي آبادي 1808ع ۾ 15000 کان 1955ع ۾ 4 لک تائين تڪڙي وڌندي رهي آهي.

1836ع ۾ حيدرآباد جي آبادي 20000 هئي جڏهن ته ڪراچيءَ جي آبادي فقط 15 هزار هئي.

**صنعت:** مڇي مارڻ ۽ زراعت حيدرآباد جي ڀرپاڙيءَ جون مکيه صنعتون هيون. 1768ع ۾ شهر جي بنياد پوڻ سان ئي شهر ۾ برٿ پريل ريشمي ڪپڙو، سون ۽ چانديءَ جو ڪم ۽ رنگائي جي ڪم جون صنعتون باقاعده شروع ٿي ويون. جلد انهن سان گڏ، هٿيار، بارود، مٽيءَ جا ٿانءِ، لوهه جو سامان، ڪپڙو، رنگيل چمڙو ۽ ٻين ضروري شين ٺاهڻ وارا ڪاريگر ڪم ڪندا هيا.

09 ـ 1808ع ۾ حيدرآباد ۾ ٺهڻ وارين مکيه شين ۾ مختلف قسم جا هٿيار، مثال طور، فتيلي واري بندوق، ڀالا، تلوارون ۽ برٿ پريل ڪپڙو شامل هيو ۽ هٿيارن ٺاهڻ واري صنعت ۾ 20 هزار ماڻهو ڪم ڪندا هيا.

1836ع ۾ جڏهن مير اجا سنڌ تي حڪومت ڪندا هيا، هتي اٽڪل 431 ننڍا ڪارخانا هيا، جتي اٽڪل 3 هزار مزدور ڪم ڪندا هيا.

1836ع ۾ شهر جو بين الاقوامي واپار هيٺين شين تي مشتمل هيو:

| نمبر | جنس | دوڪان |
|---|---|---|
| * | اناج | 40 |
| * | ڪپڙو | 100 |
| * | زيورات | 7 |
| * | منهيار | 3 |
| * | گهريلو ضرورت جون شيون | 12 |
| * | سبزي ڪپائيندڙ | 35 |

1882ع ۾ حيدرآباد جون هي صنعتون هيون:

1. چٽسالي ڪيل ڪاٺ جو ڪم.
2. سون ۽ چاندي ۽ ريشمي برٿ.
3. ڪانڌيءَ جو ڪپڙو ۽ ڪمبل.
4. بندوقون، پستول.
5. غاليچا، چادرون ۽ پردا.
6. ترها - پيڙيون.

ان زماني ۾ ڪارخاني جو مالڪ گهرڀاتين جي مدد سان پاڻ بہ ڪم ڪندو هيو ۽ ڪڏهن ڪڏهن مزدوريءَ تي ملازم جي ذريعي بہ ڪم ڪندو هيو.

ڪجھ صنعتن مان، مثال طور، ڇُروارو ريشمي ڪپڙو، سون ۽ چاندي ۽ روغني ٿانءِ جا ڪارخانا پوري سنڌ ۾ گھڻو مشهور هيا ۽ يورپ ۾ صنعتي نمائش ۾ گھڻا انعام بہ کٽيا هيائون.

20 صدي عيسوي جي شروعات کان ڪپھ ڇاٽڻ ۽ برف ٺاهڻ جا ڪارخانا قائم ٿيڻ شروع ٿي ويا ۽ گھڻا وڏا ڪارخانا ۽ مِلون 1901ع کان اڄ تائين قائم ٿيندا رهيا آهن.

1907ع کان اڳ حيدرآباد ۾ اعليٰ قسم جا اُنن جي ڪجاون جا چمڙي وارا پوش ٺهندا هيا. انهن تي وڏي مهارت سان برٿ ڀريو ويندو هيو ۽ انهن ڏينهن ۾ 450 روپيہ قيمت جا هيا. ان کان علاوه، چمڙي جو ٻيو بہ سٺو ڪم ٿيندو هيو جنهن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

1. هَنا ـ زينون.
2. گھوڙي جي پني تي ٻڌڻ وارو چمڙي پوش.
3. مياڻون.
4. تلوارن جا پٽا.
5. باز ويهارڻ لاءِ ڪارائي جو چمڙي پوش.
6. باز جي ٽنگ ۾ ٻڌڻ لاءِ چمڙي جي ڏوري.

20 صدي جي ٽيهن واري ڏهاڪي ۾ هتي جتيا ذات وارن جا اٽڪل 1000 گھر هيا. انهن مان گھڻا چمڙي جو ڪم ڪندا هيا، جنهن ۾ چمڙي جي رنڱائي، گھيتلا بوٽ ٺاهڻ، ڪجاون جا پوش ۽ چمڙي جون ٻيون شيون ٺاهيون وينديون هيون.

1828ع جو زمانو هيو جڏهن ميرن سڪن ڍالڻ جو ڪارخانو قائم ڪيو. ميرن جو ٺاهيل روپئي وارو سڪو ايسٽ انڊيا ڪمپني جي روپئي جي 2/3 برابر هيو. ننڍا سڪا مثال طور، آڌيلو، ڪسيرو، دمڙي ۽ ڪوڙي بہ استعمال ٿيندا هيا. 60 ڪوڙيون هڪڙي پئسي جي برابر هيون. اهي ننڍا سڪا انهي ڪري استعمال ۾ هيا جو ان زماني ۾ ناڻي جو اگھ جيڪو اڄ آهي ان کان گھڻو مٿانهون هيو. اهو اندازو لڳايو ويو آهي تہ

روپئي جو ملھ ان جي 300 سال اڳ واري اصلي ملھ کان چاليھين حصي تائين گھٽجي آيو آھي. 1768ع ۾ ان جو جيڪو ملھ ھيو ان جي 60 ھين حصي تائين گھٽجي آيو آھي ۽ 1843ع واري ملھ جي ٻارھين حصي تائين گھٽجي آيو آھي.

حيدرآباد ميونسپالٽي 1853ع ۾ قائم ٿي.

حيدرآباد ۾ جيڪا پھرين بئنڪ کولي وئي اھا بئنڪ آف بمبئي ھئي. جنھن 16 نومبر 1907ع تي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. ھن وقت بئنڪن جو تعداد 11 آھي. پنج بئنڪون جيڪي اڳ ۾ کليون ھيون اھي بند ٿي ويون.

سيپٽمبر 1955ع کان ميرس نگار ريڊيوز طرفان ننڍي پيماني تي پرزا ڳنڍي ھڪڙي مھيني ۾ 15 ريڊيو ٺاھيا وڃن ٿا.

اڪمي ڪيميڪل ڪمپني وارا صفائي سترائي جو سامان، بوٽ، جوتا ۽ بوٽ پالش ٺاھين ٿا.

ڇاوڻي واري علائقي ۾ گرجاگھر جي پرسان تازو ھڪڙي پراڻي سرنگھ جو حصو کوٽي ظاھر ڪيو ويو آھي. توڙي جو ٽڪريءَ منجھان پوري سرنگھ کي کوٽي ڪڍڻ ڏکي مھم آھي، ان حوالي سان پوءِ بہ ڪوششون جاري آھن. ڪجھ ماڻھن جو خيال آھي تہ اھا فوجي يا نازڪ صورتحال جي مقصد کي منھن ڏيڻ لاءِ ٺاھي وئي ھوندي. البت، منھنجو خيال آھي تہ اھا سرنگھ ڇاوڻي واري علائقي کي پاڻي مھيا ڪرڻ جي منصوبي جو حصو ھوندي، پر بعد ۾ ان کي ترڪ ڪيو ويو ھوندو.

حڪومت اناج کي مناسب طريقي سان گڏ ڪري رکڻ لاءِ ڪافي گودام تعمير ڪيا آھن.

**زندگي گذارڻ جو معيار:** ڪلھوڙن، ٽالپورن جي دور ۽ برطانوي حڪومت جي شروعاتي ڏينھن ۾ ضرورت واريون شيون ۽ مزدوري گھٽيون سستيون ھيون. روپيو نہ رڳو 64 پيسن ۾ ورھايل ھيو پر ھر پئسي ۾ 60 ريزڪي پاڻا ھيا.

انهن ڏينهن ۾ جنهن ماڻهوءَ مهيني ۾ چار روپيہ ڪمايا ٿي اهو شاهوڪار شخص سمجهيو ويندو هيو. ان کي ڪاڏي تي خرچ ڪرڻ ۽ بچت ڪرڻ لاءِ پڻ گهڻو هيو.

حيدرآباد شهر جو بنياد ان زماني ۾ وڌو ويو هيو. جڏهن صنعت ۽ واپار پوري سنڌ ۾ زوال پذير هيا. تڏهن بہ هي شهر پاڻ کي مڪمل طور خود ڪفيل رکي سگهيو ٿي. 1847ع کان پوءِ ترقي ۾ جيڪا رڪاوٽ آئي ان جو ٻيو ڪوبہ سبب ڪونہ هيو. سواءِ ان جي تہ انگريزن پنهنجو سمورو ڌيان ڪراچي ڏانهن ڏيڻ شروع ڪيو. جيڪو سامونڊي بندر هجڻ سان گڏ انهن جي پنهنجي واپار لاءِ حيدرآباد کان گهڻو مناسب هيو. تڏهن بہ حيدرآباد 2/3 چورس ميلن جي هڪڙي ننڍڙي شهر کان 20 صديءَ جي شروعات تائين 16.5 چورس ميلن تائين جي تمام وڏي ترقي ڪئي هئي. ان اجا وڏيڪ هڪڙي وڏي شهر طور ترقي ڪئي آهي. ان جي 1901ع ۾ 69278 آدم شماري کان 1955ع ۾ 4 لک آدمشماري تائين وڌي وئي آهي. هتي غلام محمد بئراج ڪالوني، عامل ڪالوني، شاهہ لطيف آباد، حيدرآباد ٽريڊنگ اسٽيٽ ۽ سنڌ يونيورسٽي جي آبادين جو واڌارو ٿيو آهي. دراصل سنڌيونيورسٽيءَ جي 25 پوسٽ گريجوئيٽ تعليمي شعبن ۽ ڊي .فل ۽ ڊي ايڊ جي ڊگرين لاءِ سهوليتون هجڻ بهترين ڳالهہ سان گڏ هڪڙو شاندار واڌارو آهي. حال ۾ ئي ۾ شهر جي حدن اندر ڪمشنر آفيس جي قيام اجا وڌيڪ عظيم واڌارو ڪيو آهي. اهي سڀ حقيقتون حيدرآباد جي اجا وڌيڪ ترقيءَ لاءِ نيڪ فال آهن.

# ضميمو "الف"

## حيدرآباد جو گرمي پد
(1896ع کان 1915ع تائين 20 سالن جو سراسري)

| جنوري | | مئي | | جولاءِ | | نومبر | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| انتهائي | گهٽ | انتهائي | گهٽ | انتهائي | گهٽ | انتهائي | گهٽ |
| 80.3 | 45.05 | 111.5 | 74.7 | 103.5 | 78.3 | 93.8 | 56.95 |

## ضميمو ”ب“

## صنعت موجب فئڪٽرين ۽ مِلن جي
## فبروري 1956ع تائين لسٽ
## ٽيڪسٽائيل
## وڏيون مِلون

* فتح ٽيڪسٽائيل ملز.
* فضل گلزار ٽيڪسٽائيل ملز.
* حاجي شاهو ٽيڪسٽائيل ملز.
* ميهر ٽيڪسٽائيل ملز.
* سنڌ انڊسٽريل ڪوآپريٽو ٽيڪسٽائيل ملز.

هينيون چار وڏيون ملون جلد ڇهن مهينن اندر ڪم شروع ڪنديون.

* بولوٽرا ٽيڪسٽائيل ملز.
* حاجي دوسا ائنڊ سنز ٽيڪسٽائيل ملز.
* محمدي ٽيڪسٽائيل ملز.
* ٽيڪسٽائيل ڪارپوريشن آف پاڪستان.

## ننڍيون ملون

* امير ٽيڪسٽائيل ملز.
* حيدرآباد ٽيڪسٽائيل ملز.
* ابراهيم سلڪ ائنڊ ڪاٽن ملز.
* اقبال ٽيڪسٽائيل ملز.

* پاڪ ٽيڪسٽائيل ملز.
* رزاق سلڪ ڪاٽن ٽيڪسٽائيل ملز.
* ياسمين ڪاٽن ائنڊ سلڪ ملز.

۽ ٻيون ننڍيون ملون.

## تيل پيڙڻ واريون ملون

* سنڌ آئل ملز.
* پاڪستان آئل ملز.
* سلطان آئل ملز.
* حيدرآباد آئل ملز.
* اڪبر آئل ملز.
* فاروق آئل ائنڊ فلور ملز.
* محبوب آئل ملز.
* مون لائيٽ آئل ائنڊ فلور ملز.
* نظير آئل ملز.
* سليم آئل ملز.
* ستار آئل ملز.
* ڪريم آئل ملز.
* حسين آئل ملز ٻڪرا منڊي.
* يونس آئل ملز.

(ٻيون ڪيتريون ئي ننڍيون ملون ۽ گهاڻا موجود آهن.)

## فلور ملز

* عبدالشڪور دال ائنڊ فلور ملز.
* عزيز دال ائنڊ فلور ملز.
* فاروق آئل، دال ائنڊ فلور ملز.

* حيدرآباد رائيس ائنڊ فلور ملز.
* اقبال دال ائنڊ فلور ملز.
* مون لائيٽ دال ائنڊ فلور ملز.
* پاڪستان دال ائنڊ فلور ملز.
* قيوم رائيس ائنڊ فلور ملز.
* سنڌ دال ائنڊ فلور ملز.
* عثمانيہ فلور ملز.
* اسلاميہ فلور ملز.
* تاج فلور ملز.
* وزير رولر فلور ملز.

## ڪاٽن جننگ ائنڊ پريسنگ

* حاجي دريا خان ائنڊ ڪمپني ڪاٽن ائنڊ جننگ فئڪٽري.
* وشنداس سڪديو ڪاٽن ائنڊ جننگ فئڪٽري.
* حاجي اي دوسا ائنڊ سنز ڪاٽن ائنڊ جننگ فئڪٽري.
* حيدرآباد ڪاٽن ملز.
* حيدرآباد ڪاٽن پريس.
* سنڌ اليڪٽرڪ جننگ فئڪٽري.
* سنڌ آئل ملز ائنڊ جننگ فئڪٽري.

## چمڙو رڱڻ

* سنڌ ٽينيريز ڪمپني.
* حيدرآباد ٽيننگ ائنڊ شو مئنوفيڪچرنگ ڪمپني.
* ماڊرن ٽينيريز.
* پاڪ ليڊر ٽينيريز.
* ويسٽ پاڪستان ٽينيريز.

## برف ڪارخانا

* نوراني آئيس فئڪٽري.
* نسروانجي اينڊ ڪمپني آئيس فئڪٽري.
* بلوچ آئيس فئڪٽري.
* فاروق آئيس فئڪٽري.
* ڪرسٽيلائيز آئيس فئڪٽري.
* آئيس فئڪٽري، ٽنڊو ٺوڙهو.

## سيمينٽ

زيل پاڪ سيمينٽ فئڪٽري.

## شيشي جون شيون ڪارخانا

* انڊس گلاس ورڪس.
* اقبال گلاس ورڪس.
* طاهري گلاس ورڪس.
* طيب گلاس ورڪس.

## سيفٽي ريزر بليڊ

دي ٽريٽ سيفٽي ريزر ڪارپوريشن لميٽيڊ.

## ڪاربن ڊاءِ آڪسائيڊ

بندوق والا ڪاربن ڊاءِ آڪسائيڊ ڪمپني.

## سوڊا واٽر

* هارون آدمجي سيجا سوڊا واٽر.
* ريحان سوڊا واٽر.
* نوراني سوڊا واٽر.

## هوزري

* دلڪشا ٽائيگر هوزري، نزد ريشم گهٽي.
* گرين هوزري، صدر.
* رحمان هوزري ملز، نزد ريشم گهٽي.
* نياز هوزري.
* اقبال هوزري.
* ملت هوزري.
* هلال هوزري.
* حبيب هوزري.
* حيدرآباد هوزري.
* نزاڪت هوزري.

## بئڪريون

* بامبئي بئڪري.
* سيفي بئڪري.
* اسٽار بئڪري.
* پرشن بئڪري.

۽ اٽڪل 200 ٻيون ننڍيون بئڪريون.

## سرون ناهڻ

* نور برڪس ورڪس.
* ظهور اينڊ ڪمپني.
* حاجي سليمان اينڊ ڪمپني.
* ڪامران ڪمپني.
* پاڪ ڪلن ڪمپني.
* حاجي عبدالرحمان اينڊ ڪمپني.
* فيئر ڊيل ڪارپوريشن ڪمپني.

* گورنمنٽ جا ڪورا (ٻنا).
* بچل شاھ برڪس ورڪس.

ھڪڙو لطيف آباد ۾ ڪورو (ٻنو).

ھڪڙو انڊسٽريل ٽريڊنگ اسٽيٽ ۾ ڪورو (ٻنو).

## ٽائيپ فائونڊري

* طيب ٽائيپ فائونڊري.

## هيوم پائيپس

* پاڪستان هيوم پائيپ ڪمپني.
* مصطفيٰ آر سي سي پائيپ ورڪس.

## بون فئڪٽري

* اورينٽل ڪمرشل انڊسٽريز لميٽيڊ.

## چوڙيون (ڪنگڻ)

* پاڪستان گلاس انڊسٽريز لميٽيڊ.

۽ ٻيون گھڻيون ننڍيون فئڪٽريون.

## يوناني دوائون

* شافي يوناني دواخانو ۽ ٻيون فئڪٽريون.

## غسل خاني جو ضروري سامان

* اڪمي سيرامڪس.

## ريڊيو جا پرزا ڳنڍڻ

* نگار ريڊيوز.

## مددي ڪتاب (حوالا)

### باب پهريون

(1) جي آر ونٽن: ڊڪشنري آف اڪانامڪ ٽرمس, صفحو 30
(2) چيمبرز اينسائڪلوپيڊيا, ڀاڱو 7, صفحو 145. (ڇاپو 1950)
(3) اشور پرساد: ميڊيول انڊيا, شرما: ڪريسينٽ ان انڊيا, ۽ اي ايچ ايٽڪن: گزيٽيئر آف سنڌ.
(4) جي ڊبليو سمٿ: گزيٽيئر آف سنڌ (ب) ڀاڱو 2, صفحو 40.
(5) ساڳيو صفحو 40.
(6) مولوي ابوظفر: تاريخ سنڌ, حصو پهريون, صفحو 222 الف ۽ 226 الف.
(7) عبدالغني عبدالله: تاريخ سنڌ, حصو 3, سومرا ۽ سما, صفحو 199.
(8) جي ڊبليو سمٿ: گزيٽيئر آف سنڌ, ب, جلد 2, صفحو 40.
(9) ميجرجنرل هيگ: دي انڊس ڊيلٽا ڪنٽري, صفحو 5 ۽ نقشو نمبر 2.
(10) پوٽنجر: پوٽنجرز ٽريولس, صفحو 358.
(11) ايس پي ڇبلاڻي: اڪانامڪ ڪنڊيشنس ان سنڌ, 1592 کان 1843, صفحو 55 ۽ 166.
(12) ايس پي ڇبلاڻي: اڪانامڪ ڪنڊيشنس ان سنڌ, 1592 کان 1843, صفحو 77 ۽ 78.
(13) امپيريل گزيٽيئر آف انڊيا, جلد 13, صفحو 321.
(14) پوٽنجر: پوٽنجرز ٽريولس, صفحو 370.
(15) هيوز: گزيٽيئر آف دي پراونس آف سنڌ, (1876), صفحو 213.
(16) حضرت علي عليہ السلام کي عام طور تي ”حيدر“ سڏيو ويندو آهي.
(17) هينري ڪزنس: انٽيڪٽيز آف سنڌ, صفحو 136.
(18) جي ڊبليو سمٿ: گزيٽيئر آف سنڌ, ب, جلد 2, (1920), صفحو 48.
(19) رچرڊ برٽن: سنڌ ريوزيٽيڊ, صفحو 241.
(20) ڊيوڊ راس: دي لئنڊ آف فائيو رورس ائنڊ سنڌ, صفحو 31.
(21) هينري ڪزونس: دي اينٽيڪٽيز آف سنڌ, صفحو 131.
(22) اي ايچ ايٽڪن: گزيٽيئر آف دي پراونس آف سنڌ, 1907, صفحو 125.
(23) جاگرافي آف سنڌ: ايجوڪيشنل پبلشنگ ڪمپني, صفحو 28 ۽ 29.

## باب ٻيو

(1) امپيريل گزيٽيئر آف انڊيا, جلد 13, صفحو 321.
(2) پوٽنجر: پوٽنجرس ٽريولس, صفحو 369 ۽ 370.
(3) ڊيوڊ راس: دي لئنڊ آف فائيو ورس ائنڊ سنڌ, صفحو 31.
(4) آر ايف برٽن: سنڌ ريوزيٽيڊ, صفحو 261.
(5) جي ڊبليو سمٿ: گزيٽيئر آف سنڌ, ب, جلد 2, صفحو 3.
(6) ساڳيو صفحو 60.
(7) ساڳيو صفحو 3.
(8) آر ايف برٽن: سنڌ ريوزيٽيڊ, صفحو 251.
(9) 1 کان 6 لاءِ ڏسو جي ڊبليو سمٿ: گزيٽيئر آف سنڌ, ب, جلد 2 صفحو 44 ۽ 45.
(10) جي ڊبليو سمٿ: گزيٽيئر آف سنڌ, ب, جلد 2 صفحو 47.
(11) ايس پي ڇبلاڻي: اڪانامڪ ڪنڊيشنس ان سنڌ, 1592 کان 1843, صفحو 75 کان 78.

## باب چوٿون

(1) پوٽنجر: پوٽنجرز ٽريولس, صفحو 370.
(2) جيئن ڊاڪٽر سورلي شاهہ عبداللطيف آف ڀٽ ۾ صفحو 117 تي حوالو ڏنو آهي.
(3) 3 ۽ 4 لاءِ ڏسو ايس پي ڇبلاڻي: اڪانامڪ ڪنڊيشنس آف سنڌ, صفحو 64.
(4) 5, 6 ۽ 7 لاءِ ڏسو امپيريل گزيٽيئر آف انڊيا, جلد 13, صفحو 321 ۽ 322.
(5) 8 ۽ 9 لاءِ ڏسو جي ڊبليو سمٿ: گزيٽيئر آف سنڌ, ب, جلد 2, صفحو 63.
(6) 10, 11 ۽ 12 لاءِ ڏسو آدمشماري رپورٽون ۽ مينسپالٽي آفيس.
(7) پي ايس ڇبلاڻي: اڪانامڪس ڪنڊيشنس ان سنڌ, صفحو 124.
(8) اين آر ملڪاڻي: ميراڻي سنڌڙي, صفحو 161.

## باب پنجون

(1) اي ايچ ايٽڪن: گزيٽيئر آف دي پراونس آف سنڌ, صفحو 354.
(2) ساڳيو صفحو 354.
(3) رچرڊ ايف برٽن: سنڌ ريوزيٽيڊ 1, صفحو 241.
(4) اي ايچ ايٽڪن: گزيٽيئر آف دي پراونس آف سنڌ, صفحو 354.
(5) ساڳيو صفحو 358.

(6) پوٽنجر: پوٽنجرز ٽريولس، صفحو 358.
(7) اي ايچ ايٽڪن: گزيٽيئر آف دي پراونس آف سنڌ، صفحو 312.
(8) ساڳيو صفحو 345.
(9) ساڳيو صفحو 345 ۽ 351.
(10) ساڳيو صفحو 345.
(11) جاگرافي آف سنڌ: ايجوڪيشنل پبلشنگ ڪمپني، صفحو 32.
(12) اي ايچ ايٽڪن: گزيٽيئر آف دي پراونس آف سنڌ، صفحو 147.

## باب ڇهون

(1) امپيريل گزيٽيئر آف انڊيا، جلد 13، صفحو 321 ۽ 322.
(2) پاٽنجر: پاٽنجرز ٽريولس، صفحو 370.
(3) پاٽنجر: پاٽنجرز ٽريولس، صفحو 370 ۽ 372.
(4) اين آر ملڪاڻي: ميراڻي سنڌڙي، صفحو 162 ۽ 163.
(5) رچرڊ برٽن: سنڌ ۽ نسل، صفحو 167.
(6) اي ايچ ايٽڪن: گزيٽيئر آف دي پراونس آف سنڌ (1907)، صفحو 395 ۽ 396.
(7) ڊيوڊ راس: دي لئنڊ آف فائيو رورس ائنڊ سنڌ، صفحو 32.
(8) اي ايچ ايٽڪن: گزيٽيئر آف دي پراونس آف سنڌ، صفحو 396 ۽ 400.
(9) ساڳيو صفحو 390.
(10) جي ڊبليو سمٿ: گزيٽيئر آف سنڌ، ب، جلد 2، صفحو 16.
(11) اين آر ملڪاڻي: سنڌ جا هنر، صفحو 31.
(12) ساڳيو صفحو 31 کان 37.

## باب ستون

(1) پاٽنجر: پاٽنجرس ٽريولز، صفحو 402.
(2) ميجر جنرل نيپئر: دي ڪانڪئيسٽ اف سنڌ، صفحو 41.
(3) اين آر ملڪاڻي: ميراڻي سنڌڙي، صفحو 162 ۽ 163.
(4) ساڳيو صفحو 175.
(5) ايس پي ڇٻلاڻي: اڪنامڪ ڪنڊيشنس ان سنڌ 1592 تو 1843، صفحو 190.
(6) ايچ ٽي لئبرڪ: سر چارلس نيپئر ائنڊ سنڌ، صفحو 180.
(7) ايچ ٽي لئبرڪ: سر چارلس نيپئر ائنڊ سنڌ، صفحو 188.
(8) ساڳيو صفحو 182.
(9) سي ليل ماڙيوالا: دي فرسٽ رلوي ان سنڌ، صفحو 28.

(10) ساڳيو صفحو 28.
(11) اي ايچ ايٽڪن: گزيٽيئر آف سنڌ، صفحو 345.

## باب اٺون

(1) جي ايچ ناٿاٽي ۽ ايچ جي اسواٽي: نئون ڏيهي حساب، صفحو 18.
(2) انسائڪلوپيڊيا برٽانيڪا (1950 جو ڇاپو)، جلد 20، صفحو 488.
(3) ايس پي ڇبلاڻي: اڪنامڪ ڪنڊيشنس ان سنڌ، 1592 تو 1843، صفحو 148.
(4) امپيريل گزيٽيئر آف انڊيا، جلد 13، صفحو 4 کان 6.

## باب نائون

(1) ايس پي ڇبلاڻي: اڪنامڪ ڪنڊيشنس ان سنڌ 1592 تو 1843، صفحو 150.
(2) ساڳيو صفحو 185.
(3) ايچ ٽي لئمبرڪ: سر چارلس نيپئر اينڊ سنڌ، صفحو 186.
(4) 1 ۽ 2 لاءِ ڏسو هگز: گزيٽيئر آف سنڌ (1874)، صفحو 207.
(5) 3، 4 ۽ 5 لاءِ ڏسو جي ڊبليو سمٿ: گزيٽيئر آف سنڌ، ب، جلد 2، صفحو 90.
(6) 6 ۽ 7 لاءِ معلومات ميونسپالٽي آفيس مان ورتي وئي.
(7) امپيريل گزيٽيئر آف انڊيا، جلد 13، صفحو 322.

## باب ڏهون

[1] ايچ ٽي لئمبرڪ: سر چارلس نيپئر اينڊ سنڌ، صفحو 182.

## باب يارهون

(1) اي ايچ ايٽڪن: گزيٽيئر آف سنڌ، صفحو 258.
(2) ايس پي ڇبلاڻي: اڪنامڪ ڪنڊيشنس ان سنڌ، صفحو 35.
(3) جي ڊبليو سمٿ: گزيٽيئر آف سنڌ، ب، جلد 2، صفحو 46.
(4) اي ايچ ايٽڪن: گزيٽيئر آف سنڌ، صفحو 41.
(5) رچرڊ برٽن: سنڌ ريوزيٽيڊ، جلد 1، صفحو 242.
(6) اي ايچ ايٽڪن: گزيٽيئر آف سنڌ، صفحو 36.
(7) ساڳيو صفحو 37.
(8) اي ايچ ايٽڪن: گزيٽيئر آف سنڌ، صفحو 294.

## باب ٻارهون

(1) ايچ ٽي لئمبرڪ: سر چارلس نيئپر اينڊ سنڌ، صفحو 191.
(2) جي ڊبليو سمٿ: گزٽيئر آف سنڌ، ب، جلد 2، صفحو 47.

(3) ساڳيو صفحو 47.
(4) جي ڊبليو سمٿ: گزٽيئر آف سنڌ, ب, جلد 2, صفحو 33.
(5) هيوز: گزيٽيئر آف سنڌ (1874), صفحو 206.

## باب تيرهون

(1) ايس پي ڇبلاڻي: اڪانامڪ ڪنڊيشنس ان سنڌ 1592 تو 1843, صفحو 203.
(2) ساڳيو صفحو 204.
(3) ايس پي ڇبلاڻي: اڪانامڪ ڪنڊيشنس ان سنڌ 1592 تو 1843, صفحو 148؛
۽ ايٽيڪن: گزيٽيئر آف سنڌ, صفحو 135.
(4) ايس پي ڇبلاڻي: اڪانامڪ ڪنڊيشنس ان سنڌ 1592 تو 1843, صفحو 42.
(5) ساڳيو صفحو 147.
(6) ايچ ٽي لئمبرڪ: سر چارلس نيپئر ائنڊ سنڌ, صفحو 26.
(7) ايس پي ڇبلاڻي: اڪانامڪ ڪنڊيشنس ان سنڌ 1592 تو 1843, صفحو 150.
(8) اي ايچ ايٽڪن: گزيٽيئر آف سنڌ, صفحو 149.
(9) ايچ ٽي لئمبرڪ: سر چارلس نيپئر ائنڊ سنڌ, صفحو 179.
(10) ساڳيدو صفحو 181.
(11) ايٽڪن: گزيٽيئر آف سنڌ (1807), صفحو 141.
(12) ايچ ٽي لئمبرڪ: سر چارلس نيپئر ائنڊ سنڌ, صفحو 211.
(13) جي ڊبليو سمٿ: گزيٽيئر آف سنڌ, ب, جلد 2, صفحو 71.
(14) جي ڊبليو سمٿ: گزيٽيئر آف سنڌ, ب, جلد 2, صفحو 70.
(15) اين آر ملڪاڻي: ميراٿي سنڌڙي, صفحو 50.
(16) "الواحد": آزادي نمبر ـ 14.8.1952, صفحو 47.
(17) اين آر ملڪاڻي: ميراٿي سنڌڙي, صفحو 85.

## باب چوڏهون

(1) حضرت علي عليہ السلام کي عام طور "حيدر" سڏيو ويندو آهي.

